# نظمن جو البم

دنيا جي سيبتن شاعرن جي نظمن جو سنڌي ويس



آدرش





# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# نظمن جو البم

(دنيا جي سيبتن شاعرن جي نظمن جو سنڌي ويس)

آدرش

پاران
سوپ پبليڪيشن سکر
١٩٩١ع

# ارپنا

ڪاشف، ڪامو،
۽ الماس جي نالي

## آدرش

سوپ پهريون ڪتاب
پهريون ڇاپو نومبر ١٩٩١ع
ملهه =/ 30
پاران: سوپ پبليشن سکر
ڇپيندڙ: مشهور آفسٽ پريس آءِ آءِ چندريگر روڊ ڪراچي
ٽائيٽل چتر: اسپينش چترڪار سلوادور بالي
بئڪ ڪوراسڪيچ : عنايت الله مهر


رائل ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ سينٽر
روم ٣١، ائين ماڙ آرڪي اسڪوائر
ايڪسٽينشن نيو چالي ڪراچي.
فون : 2425717

## ڪوي:

# مهاڳ

سِڪڻ جي عمل جي ڳولا کان اڳ، پرنٽنگ پريس جي ايجاد کان اڳ، انسان جي ڌرتيءَ تي شاعري ڦٽندي هئي. ان ڪارڻ ئي اسان ڄاڻون ٿا ته، شاعري مانيءَ جيان آهي. (پبلو نرودا)

شاعري هڪ ننڍڙو ديوتا نه آهي، هُن اُپ مان باهه نه چورائي آهي ته ئي هو ڪنهن خاص نسل مان آهي. هو هڪ ڪاريگر آهي، جنهن جو هڪ ئي گُر آهي ته هو سماج جي رُجعت پسند قوتن سان منهن ڏئي شاعر سچائيءَ جو محافظ ٿي ڳالهائيندو آهي. (پبلو نرودا)

مون وٽ شاعريءَ جي به موسم ٿيندي آهي. ائين به ٿيندو آهي جو آءٌ سڄو سال ڪجهه به نه لکي سگهندو آهيان ۽ ڪڏهن ته نظمن جو مينهن وسندو آهي. منهنجي ڌرتي آهي ۽ آءٌ ڌرتيءَ جو شاعر آهيان. (محمود درويش)

شاعري لڪل حقيقتن کي به لفظن جو ويس پهرائيندي آهي. شاعري اتهاس کان وڌيڪ سچي هوندي آهي، شاعري سچائيءَ جو آئينو هوندي آهي. (خورخي لوئيس بورخيس)

شاعريءَ جا مکيه جزا اتهاسُ، معاشروءَ ۽ ٻولي هوندا آهن. (اوڪتا ويوپاز)

نظم هڪ رڙ هوندي آهي، هڪ ٿڌو ساهه هوندو آهي. هُڪ رويو آهي، هڪ رد عمل آهي. (هرمن هيس)

هڪ ڪويءَ جي آتم ڪٿائي ان جي شاعري هوندي آهي. شاعري هڪ ساڙولي زائفان جيان هوندي آهي، جا بي وفائيءَ کي ڪڏهن به معاف نه ڪندي آهي. (يوجيني يورتيشنڪو)

شاعري باهه آهي جا انسان جي جسم اندر ٻرڪي ٿي، جلائي ٿي، ۽ روشني پيدا ڪري ٿي. (ليوٽالسٽاءِ)

پنهنجو پاڻ سان جنگ ڪرڻ سان شاعري ڄمندي آهي. (ڊبليو- بي- ييٽس)

ڌرتيءَ تي رهندڙ ماڻهن ۾ شاعر سخي هوندا آهن. شاعر لڏ پلاڻ وارا پکي نه آهن.

شاعري ڌرتيءَ کان سواءِ ائين آهي، جيئن ڪو ماڻهو گهر بنا. ڪو وڻ

لامن، آکيرو پڪيءَ بنا. (رسول حمزاتوف)
جيڪڏهن ڪو ماڻهو نظم سمجهي، ته ان جي جان مشڪل ۾ پئجي ويندي.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو هڪڙي نظم سان زندگي گذاري،ته اهو اڪيلو مري ويندو.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو ٻن نظمن سان زندگي گذاري،ته هڪ نه هڪ ڏينهن بي وفا ٿي ويندو.
جيڪڏهن ڪو ماڻهون هڪ نظم جو ارادو ڪري، ته ان جي اولاد مان هڪ ٻار گهٽجي ويندو.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو ٻه نظم لکڻ جو ارادو ڪري ،ته ان جي اولاد مان ٻه ٻار گهٽجي ويندا.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو لکڻ ويل تاج پائي،ته هو پڪڙجي پوندو.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو نظم تي ڪاوڙ ڪري، ته ٻيا ماڻهو هن ڏي نفرت سان ڏسندا.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو نظم تي مستقل ڪاوڙ ڪري، ته عورتون هن ڏي نفرت مان ڏسنديون.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو شاعري ڪي سر عام برو چئي، ته هن جا جوتا پيشاب ۾ پرجي ويندا.
جيڪڏهن ڪو ماڻهوپنهنجي نظم جي پاڻ ساراهه ڪري، ته بيوقوف ماڻهو هن جي عزت ڪندا.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي نظم جي ساراهه ۽ بيوقوف ماڻهن جي عزت ڪري، ته لڪٽيون ان تي حرام ٿي وينديون.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو شاعري شاعري شهرت حاصل ڪرڻ لاءِ حاصل ڪري، ته ان جي حيثيت گڏهه جهڙي هوندي.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو نظم لکي ۽ ٻيا ان جي ساراهه ڪن، ته ان کي سهٽي سريت ملندي.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو نظم لکي ۽ ٻيا ان جي حد کان وڌيڪ ساراهه ڪن، ته ان جي سريت ڪيس ڇڏي ڀڄي ويندي.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو ٻي جي نظم کي پنهنجو جوي، ته ان جي دل تي ڪٽ چڙهي ويندي.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو نظم پورو ڪري، تہ هو پنهنجي جذبن جي اڳهاڙي ڌارا ۾ وهجندو، ۽ اڇو پنو، هن کي ڇمي ڏيندو. (مادرڪ اسٽرينڊ)

آءٌ خوشيءَ کي حاصل ڪرڻ لاءِ شاعري پڙهندو آهيان. شاعري جا مونکي کلڻ، روئڻ، رڙيون ڪرڻ اکيون ڇنڀڻ يا بس سوچڻ تي مجبور ڪندي آهي. (ڊائلن ٿامس)

آءٌ شاعري لاءِ مرندس نہ، پر ان لاءِ جيئندس.

شاعري دنيا کي تبديل نہ ڪندي آهي، شاعر کي تبديل ڪندي آهي. (رچرڊ ايب برٽ)

نظم لکڻ ڏٺيءَ جي باغ مان صوف چورائڻ آهي. (امرتا پريتم)

نظم شاعر جي ايجاد ناهي، نظم ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪل هوندو آهي. ——،

امرتا اني وڏي زماني کان موجود هوندو آهي، شاعر رڳو ان کي ڳولي لهندو آهي. (جان اسڪاچل)

شاعري زندگيءَ جو حصو آهي، اهو ممڪن ٿي ناهي جو شاعريءَ کي زندگيءَ کان ڌار ڪيو وڃي.(فروغ فرخزاد)

مون پنهنجي شاعريءَ جون سيئي دريون کولي ڇڏيون آهن ۽ انهن درين مان اوهان سڄي دنيا کي ڏسي سگهو ٿا. (باب سينڊراس)

آءٌ نظم اڌ- ٿڪل ماڻهن لاءِ لکندو آهيان، انهن لاءِ جن وٽ تجسس آهي، جيڪي حيران ميران ٿيڻ جي صلاحيت رکن ٿا. (رولف جيڪب سن)

شاعري اها سٽي هوندي آهي، جنهن کي پڙهندي ڏاڙهيءَ جا وار اڀا ٿي وڃن، تہ جيئن آءٌ سولائيءَ سان شيو ڪري سگهان. (اي- اي- هائوسمين)

# پبلو نرودا (PABLO NERODA)

پبلو نرودا ١٢ جولائي ١٩٠٣ع ۾ ديس چليءَ جي هڪ ڳوٺ پرال ۾ پيدا ٿيو. نرودا کي ننڍپڻ کان ئي نظم سرجڻ جوشوق هوندو، هو هن جو پيءُ، جيڪو ريلوي ۾ مزدور هو، ان کي شاعريءَ کان نفرت هوندي هئي. پيءُ جي ڊپ کان پبلو نرودا قلمي نالو رکيو، سندس اصلي نالو رڪارڊو اليذر نفتالي ريس اي باسو التوا اهو.

نرودا جا پبلو ڪئي ڳڻتڪا شاعريءَ جا شايع ٿي چڪا آهن. شاعريءَ جي ڪينواس تي پيار، ديس ۽ ماڻهپي جا رنگ آهن. ١٩١٧ع ۾ نوبل انعام پڻ مليس، سيپٽمبر ١٩٧٣ع ۾ پبلو نرودا وفات ڪري ويو)

## پيار

ايڏا گهٽا ڏينهن توکي ويجهو ڏسڻ جو،
آءٌ ٿورو ڪيئن لاهيان؟
آءٌ توکي ڇا ڏيئي سگهان ٿو؟
رُت جو پياسي سانوڻ جهنگ ۾ جاڳيو آهي.
لومڙ پنهنجي غارن کان ٻاهر نڪري آيا آهن
نانگ ماڪ پي رهيا آهن ۽ توسان گڏ سانت
۽ صنوبر جي وچ مان
سپنن اندر وچان ٿو،
۽ پاڻ کان پڇان ٿو،
ڪيئن ۽ ڪڏهن ان ڀاڳ جو احسان لاهيندس؟
مون جيڪي ٻه شيون ڏٺيون آهن،
انهن ۾ رڳو تون ئي آهين،

# نظم

هر ڏينهن تون ڪائنات جي روشنيءَ سان،
کيڏندي آهين.
تون اُها نازڪ مهمان آهين،
جا پاڻيءَ ۽ گل مان آئي هجي.
مان توسان پيار ڪريان ٿو،
جو ٻيو ڪوبہ تو جهڙو ناهي.
آءٌ توکي پيلن گلن جي هارن ۾،
پوئڻ چاهيان ٿو-
اوپر جي ستارن وچ ۾،
دونهين جي لفظن سان ڪير ٿو تنهنجو نالو لکي؟
آءٌ توکي اهڙيءَ طرح ياد ڪرڻ ٿو چاهيان،
جهڙي تون پيدائش کان اڳ هُئينءَ.
هوا رڙ ڪري ٿي،
۽ منهنجي دريءَ سان ٽڪرائي ٿي.
آسمانُ اُهو جار آهي،
جيڪو سونِين مڇين سان ڀڪيل آهي.
هتي سڀيئي هوائون،
جلد ئي يا وري دير سان،
موڪلائي ويندڙيون آهن.
مينهن پنهنجو لباس لاهي ٿو،
پکي تيز اڏامن ٿا.
۽ هيءَ هوا آهي.
آءٌ اڪيلو انسان جي سگهہ جي خلاف،
وڙهي سگهان ٿو.
هي طوفان ڪارن پنن جو ڪُنُ ناهي ٿو،

جن کي هميشہ ڏسڻ چاهيندو آهيان.
مون جيڪي بہ شيون ڇهيون آهن،
انهن ۾ رڳو تنهنجوئي بدن آهي،
جنهن کي هميشہ ڇهڻ چاهيندو آهيان.
مون کي تنهنجي نارنگي ٿڪ سان پيار آهي،
توکي ستل ڏسڻ مونکي وڻندو اهي.
آءُ ڇا ڪريان منهنجا پيارا!
منهنجا پرين!
مان نہ ٿو ڄاڻان ٻيا ماڻهو پيارا ڪيئن ڪندا آهن؟
يا ماضيءَ ۾ ماڻهو پيار ڪيئن ڪندا هيا؟
توکي ڏسڻ، توسان پيار ڪرڻ،
منهنجو جيون آهي-
پيار ڪرڻ، منهنجي فطرت آهي.
هَر شام جو تُون مونکي ڀريون ڪان وڌيڪ سُنِي لڳندي آهين.
پاڻ کان پُڇندو آهيان،
هوءَ ڪٿي آهي؟ ڪڏهن ايندي؟
سوچيندو آهيان ۽ پيڙا ۾ پرجي ويندو آهيان
پاڻ کي غريب، ڇَرِيٺ ۽ اُداس محسوس ڪندو آهيان
۽ تون ايندي آهين.
تون جا ڪِنوڻِ آهين،
جا آڙوءَ جي وَڻن کان چمڪندي آهي.
انَ ڪارڻِ آءُ توسان پيار ڪندو آهيان.
پر نہ- انَ لاءِ نہ. سببَ گھڻائِي آهن.
جو پيار ڏيندو ئي ائين آهي،
پيچيده، معمولي، خاص بہ ۽ هيبت وارو بہ.
عزت وارو بہ ۽ ماتم وارو بہ.
پيار گھڻن ستارن جيڏو ،
۽ هڪ ڇُميءَ جيڏو ڪُشادو.

أنهن ٻيڙين کي کولي ٿو،
جيڪي ڪالهه رات آسمان سان ٻڌل هيون.
تون هتي آهين،
اوه! تون ڀڄي ڪونہ وئي آهين.
تون منهنجي آخري سڏ جي وراڻي ڏيندينءَ.
مون سان وڪوڙجي وڃُ،
ها ٻرَ ڪڏهن ڪڏهن هڪُ اجنبي پاڇو،
تنهنجي نيڻن منجهان ڊُڪندو نڪري ويندو آهي،
تنهنجي ڇاتين مان ان جي خوشبو ايندي آهي.
جڏهن اداس هوا پوپٽن کي ڇهندي آهي ،
آءٌ تو سان پيار ڪندو آهيان
ڪيترا ڀيرا اسان صبح جي ستاري کي،
جلندو ڏٺو آهي،
۽ اکين کي چمندو ڏٺو آهي
منهنجا لفظ مينهن جيان توکي ڇهي،
تو مٿان ڪريا
هڪ ڊگهي عرصي کانپوءِ،
تنهنجي بدن سان پيار ڪريان ٿو.
اهو بدن، جنهن ڪيترائي سج ڏٺا آهن
ايستائين جو مونکي پڪ ٿي وئي آهي
تہ تون هن ڪائنات جي مالڪڻ آهين.
مان تو لاءِ -
پهاڙن مان ٽڙيل گلن ۽ چمين مان ڀريل ٽوڪري،
کڻي ايندس.
آءٌ تو سان اهو ڪجهہ ڪرڻ چاهيان ٿو،
جيڪو بهار جي مند،
چيريءَ جي وڻن سان ڪندي آهي.

# پيدائش

اسان موت جي ياد کي ڪڏهن ٻه سنڀالي نه رکندا آهيون.
اسان پنهنجي وجود جي باري ۾ ايڏا ته
برد بار آهيون
جو انگ، ڏينهن، مهينا ۽ سال،
اُهي وار، اُهي چپ جن کي چمندا آهيون،
اُنهن جي ياد کي سنڀالي رکندا آهيون
۽ موت جي هڪ پل کي،
اسان ڪنهن ياد ڪانسواءِ لنگهي وڃڻ ڏيندا آهيون.
اسان ان کي ٻين وٽ،
ياد ڪرڻ لاءِ ڇڏي ويندا آهيون.
يا اسين ان کي پاڻيءَ ۾ ڇڏي ڏيندا آهيون
نه ئي اسان پيدائش واري پل کي ياد رکندا آهيون.
جيتوڻيڪ پيدا ٿيڻ هڪ جوش آهي
هڪ تازگي آهي
۽ هاڻي توکي ان بابت ذرو به ياد ناهي
۽ تو پنهنجي پهرين روشني جو،
ڪوبه نشان ڪونه بچايو آهي
سڀ ڄاڻن ٿا ته هنن جنم ورتو آهي
سڀ ڄاڻن ٿا ته ڪمري ۾،
جهنگ ۾، پناه گاه ۾،
مهاڻي جي جهوپڙي ۾،
يا ڪنهن ڪمند جي پوک ۾،
هڪ غير معمولي سانت جو ديرو آهي.
هڪ ڳنڀير ۽ بي جان پل،
جڏهن ڪي هڪ عورت - ويم ڪرڻ لاءِ تيار هجي.

سڀ چاڻون ٿا تہ اسان جنم ورتو آهي،
پر عمل وجود کان وجود ۾ اچڻ،
هڻڻ جو هڻڻ، اکيون، اکين جو ڏسڻ،
روئڻ، کائڻ، پيئڻ،
پيار ڪرڻ ۽ پيڙا سهڻ.
ان عمل جو، ان روشني جو،
هڪ ٻئي وجود جو،
هڪ ڀريل پيالي جو مٽي ڪچڻ،
۽ ان عورت جو، جا خالي ٿي وئي،
۽ ماءُ جيڪا پنهنجي زخمي ڳورهائپ واري،
حالت ۾ اتي رهجي وئي.
اها پڇائي آهي،
شروعات آهي ۽ انتشار آهي.
هڪ شيءِ گڏ ٿي زندگي جي ڏاڪي ۾،
هڪ ٻي ڳنڍ جو اضافو ڪري ٿي
پر تنهنجي ياد ۾ ڪجهہ بہ ڪونہ آهي،
ڪجهہ، بہ نہ،
ان وحشي سمنڊ جو جنهن هڪ ڇوليءَ کي،
سڏڪيو هو،
۽ وڻ مان هڪ صوف ڇنيو هو.
توکي رڳو هڪ شي ياد آهي،
۽ اها تنهنجي زندگي آهي.

## نظم

گهڻو اڳ هن دنيا ۾ ايندي،
مون هڪ اڻ- ڇتي ملڪ جي چونڊ ڪئي هئي.
جتي ڪنهن بہ تماشن ۽ ناروي جي رهواسين بابت.

ڪجھ بہ نہ ﭘڌو ھو.
گھٽيون ويران ھيون
۽ مان انهن ڪتابن مان پڙهڻ سکيو هيس،
جڏهن ڪا لکت آئي ڪونہ هئي.
جڏهن منهنجي ڄمڻ جا پل آيا،
تڏهن اڃان ان ملڪ جو بنياد ئي نہ پيو هو.
جڏهن منهنجي پيءُ گھر اڏڻ جي ڪلپنا ڪئي
تڏهن هن، ان لاءِ هڪ وڻ ٽاهيو هو،
۽ اهو خوشيءَ جو تصور هو.
ﭘﮭريون آءٌ پاڙن ۾ زنده ٿيس،
پوءِ آهستي آهستي پنن کان مٿانهون،
اڏرڻ سکيم،
۽ آءٌ صوفن ۽ پکين جي ﮔﻮﻻ ۾ نڪتس
هڪ ٽاري کان ٻي ٽاري تي ويندي
مون پنهنجو ننڍپڻ گذاريو آهي
پوءِ اسان هڪ شهر جو بنياد رکيو،
جنهن ۾ جيتو ٽيڪ گھٽيون هيون،
پر رهواسي ڪوئي ڪونہ هو
اسان رڍن، گھوڙن، ڳلن ۽ يادن کي گھرايو،
پر اهو سڀ ڪجھ بي فاعدي هو.
اسان سان ڪيڏڻ لاءِ ڪوئي نہ مليو
گھٽين جي پڇاڙي ۾ بہ ڪوئي ڪا نہ هو.
اهي منهنجي ننڍپڻ جون خوشيون آهن
۽ انهن ۾ اڃان تائين ڪوبہ سليقو ڪانہ آهي.

## اسان جو غريب پيءُ

اڄ اسين پنهنجي غريب پيءُ کي دفن ڪرڻ پيا وڃون
پنهنجي غريب پيءُ کي

هن جي حالت هميشه سنهي رهي،
ايڏي سنهي جو اڄ پهريون ڀيرو هن کي پورو جسم ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو
نصيب ٿيو،
هن وٽ نه گهر هو، نه زمين،
نه قاعدو نه ڪاغذ، نه ئي ڪجهه ڪاڻ لاءِ
هو جاءِ جاءِ تي ڀٽڪندو رهيو،
جيئڻ جي هٺن ۾ مرندو رهيو،
پل پل مرندو رهيو
پيدائش کان وٺي هن جو اهوئي ڍنگ هو
اتفاق سان اهي سيئي ماڻهو هڪ ئي خيال جا ڏٺي هئا
پادريءَ کان جڄ تائين
هو هن کي جنت ۾ هن جي حصي جو يقين ڏياريندا رهيا
۽ هاڻي جڏهن اسانجو غريب ڀاءُ مري چڪو آهي
سچ پچ مري چڪو آهي
هو، اهو سمجهڻ کان خالي آهي
ته هيڏي ڪشادي آسمان جو هو ڇا ڪري؟
هتي هر هلائي؟ ٻج ڇٽي؟ يا فصل لٽي؟
هن جو اهوئي ڏنڊو هو
هو غير آباد زمين ۾ بي رحم محنت ڪندو هو
هاڻي جنت جي ميون ۾ هن جو حصو ٿيندو
ايتري اوچائي تي، ميز مٿان رکيل جنت جي هر نعمت هن جي اکيان
هوندي
اسانجو غريب ڀاءُ
دنيا مان پنهنجي سٺ سالن جي بک کڻيو پيو وڃي
پر هاڻي هو مطمئن آهي جو سندس زندگي جون ڪوڙايون گهٽجي ويون
هاڻي هن کي ماني ڪارڻ ظلم نه سهڻو پوندو
زمين هيٺ تابوت ۾ هر نموني محفوظ هوندو
مٿو لڪائڻ ڪارڻ در در ڪونه ڀٽڪندو

مزوري لاءِ نہ وڙهندو
هن ماڻهو کي ايڏي انصاف جي اميد بہ ڪانہ هئي
هن کي اوچتو هن جي اميد کان وڌيڪ ڏنو ويو
خوشي مان هن جا هٿ پير سجي ويا
هن کان ڳالهائڻ نہ ٿيو اسن جو غريب پاڻ هاٿي ڪيڏو نہ ڳورو آهي
ڪارين اکين، سان هو هڏن جو پڃرو هوندو هو
هاٿي هن جو وزن ٻڌائي ٿو
تہ هن کي اهو سڀ ڪجهہ ملي ويو آهي
جو ڪيس زندگي ۾ بہ نہ مليو
ڪاش! هن جي طاقت وڏي وجي ها
غيرآباد زمين جو سينو چيرڻ لاءِ، پٿر ڪٽڻ لاءِ
ڪڻڪ لڻڻ لاءِ ، ڏاٽا پيسڻ لاءِ، ڪاٺيون ڪرڻ لاءِ
ڪيڏي نہ ڏک جي ڳالهہ آهي
جو هن وزني ماڻهو وٽ جوتا بہ ڪونہ هئا
گوشت جي هن ڇڙوڇڙ ماڻهوءَ کي زندگي ۾ انصاف ملي نہ سگهيو
هر هڪ هن کي دٻائيندو رهيو، ڪچليندو رهيو
پر پوءِ بہ هو محنت ڪندو هو.
گهٽ ۾ گهٽ هن ويل، هن جي جنازي کي ڪلهو ڏيڻ مهل
اسانکي پتو آهي تہ هن وٽ ڇا هو
۽ اسان هن جي ڪهڙي مدد ڪئي سي.
اسين ڄاڻون ٿا
تہ اسين هن کان اهو سڀ ڪجهہ ولندا هئاسي
جيڪو اسين ڪڏهن هن کي ڏنو بہ نہ هو.
هن جو وزن وڌيل آهي
اسان کان ڪٿجي نہ ٿو سگهجي
اسان جي مٽل پاءُ جو وزن ڪيترن ماڻهن جي برابر آهي؟
اهو وزن سڄي دنيا جي ٻُڙ برابر آهي پر اسان ان کي سولائي سان ڪنيو آهي-
جنت ۾ هن لاءِ ما... ي ماڻهن هونديون.

## محمود درويش (MAHMOOD DARWESH)

محمود درويش فلسطين جو هڪ وڏو شاعر آهي. محمود درويش سن ١٩٤٢ع ۾ فلسطين جي هڪ ڳوٺ آل-بروه ۾ پيدا ٿيو. هيل تائين محمود جا ڪيئي مجموعا شايع ٿي چڪا آهن.

محمود جي نظمن ۾ پنهنجي ڌرتيءَ جي پيڙا، پيار ۽ اُبوجهه ماڻهن جا رنگ آهن.

## نظم

تون مون کي چوکنيو ڪر،
هٿڪڙيون وجهه،
ڪتابن ۽ سگريٽن کان محروم ڪري ڇڏ،
منهنجي وات ۾ مٽي وجهه،
ڇهبڪ هڻ.
پر پوءِ بہ آءٌ پنهنجن نهن سان،
پٽ تي نظم ضرور لکندس.

## نظم

مون قتل عام ڏٺو آهي،
آءٌ هڪ نقشي ڪارڻ ظلم جو نشان بڻيو آهيان
منهنجي پرورش سادن سودن لفظن ۾ ٿي آهي
مون لکرين کي اڏرندي ڏٺو آهي.

مون ماڪ ڦڙن کي ٻمن جيان ڏٺو آهي.
جڏهن هو منهنجو درد،
مون ۾ ٿي بند ڪندا آهن،
رڪاوٽون وجهندا آهن،
۽ ڪرفيو هٽندا آهن،
تڏهن منهنجو من،
هڪ سوڙهي گهٽي بڻجي ويندو آهي.
منهنجون پاسيون پٿرن ۾ تبديل ٿي ونديون آهن،
۽ ڳاڙها گل ڦٽڻ لڳندا آهن.

# پيارُ

توڪارڻ ٽڙندڙ گلن سان ڀريل باغ ۾،
بهار جي سڳنڌ مون کي ڌڪ ڏئي ٿي.
تنهنجو چهرو ڌنڌلائجي ويو آهي،
مونکي هاڻي تنهنجا هٿ ياد نہ آهن.
تنهنجا چپ ڪيئن نہ منهنجي چپن مٿان،
ڦيرا ڏيندا هيا.
تو ڪارڻ باغ ۾ رکيل ننڍاڪڙا سفيد مجسما،
مون کي ڏاڍا وڻندا هيا.
آئون تنهنجو آواز وساري چڪو آهيان،
تنهنجا نيڻ بہ وسري ويا آهن.
آءٌ تنهنجي ڌنڌلي ياد سان ٻڌل آهيان،
جيئن خوشبو گل سان هوندي آهي.
آءٌ پيڙا سان گڏ رهان ٿو،
پيڙا جا زخم جيان آهي.
جيڪڏهن تو مونکي ڇهيو تہ وڏو نقصان ٿيندو،
تنهنجون چميون ڀتين جي ولين جيان وڪوڙيل آهن.

۽ تنهنجي پيار کي وساري ويٺو آهيان،.
پوءِ بہ هر کليل دريءَ ۾، تنهنجو وهم ٿئي ٿو
ٽوڪارڻ ۽ پيهر انهن نشانين جو ڳولائو آهيان،
جيڪي ڪلپنائن جو پتو ڏين ٿيون،
ڪرندڙ شيون ،
۽ ٽٽندڙ ستارا.

## نظم

اُهي منهنجو موت ڏسڻ چاهين ٿا
اهي منهنجو موت ڏسڻ چاهين ٿا
تہ جيئن هو چئي سگهن تہ هي اسان مان
هو ۽ اسانجو هو.
مون ويهن ورهين تائين،
رات جي ديوار تي انهن جي قدمن جا،
ڌماڪا ٻُڌا آهن.
اهي هاڻي اندر اچي ويا آهن،
پوءِ انهن مان ٽي ٻاهر هليا ويا،
هڪ شاعر، هڪ قاتل ۽ هڪ قاري.
مون هنن کان پڇيو،
"ڇا اوهان شراب پيئندؤ"
هنن وراڻيو:"اسين نہ پيئنداسين".
مون پڇيو اوهان مونکي گولي هڻندؤ"؟
هنن وراڻيو: "اسان کي ڪا تڪڙ ناهي."
هنن جام ڀريا،
۽ ماڻهن لاءِ گيت ڳائيندا رهيا.
مون پڇيو:
"اوهان مونکي مارڻ ڪڏهن شروع ڪندؤ"؟

هنن چيو:
"اسان شروعات ڪري چڪا آهيون."
هنن تو رومن ڏانهن چپل ڇو اماڻيا؟
مون وراڻيو: "تہ جيئن هو زمين تي هلي سگهن "
هنن پڇيو: تو هڪ سفيد نظم ڇو لکيو،
جڏهن تہ زمين ڪاري آهي" ؟
مون وراڻيو: " ڇو تہ منهنجي من ۾ ٽيهہ سمنڊ آهن."
هنن پڇيو:"تون فرينچ شراب ڇو پسند
ڪندو آهين"؟
مون وراڻيو: "ڇا ڪاڻ تہ آءُ سهڻيون عورتون
پسند ڪندو آهيان."
هنن پڇيو:"تون ڪهڙو
موت پسند ڪندين"؟
مون وراڻيو: "ڇت مان ڪرندڙ تارن جي نيراڻ جهڙو".
مون پڇيو: "ڇا اوهان اجا بہ بيو شراب پيئندؤ"؟
هنن چيو: هائو"
مون چيو: "مان اوهان کي چوندس تہ تڪڙ نہ
ڪريو جو مان پنهنجي من جي راڻيءَ
لاءِ آخري نظم لکي وٺان"
پر هو رڳو کليا.
۽ هنن منهنجي گهر مان رڳو اهي لفظ چوراي،ا
جيڪي آءُ پنهنجي من جي راڻيءَ لاءِ،
چوڻ بيو چاهيان.

## بيروت

اسان پنهنجون بيڙيون ساڙي ڇڏيون آهن.
اسان خاردار تارن مٿان،

پنهنجن سيارن کي لٽڪائي ڇڏيو آهي.
اسان نقشي ۾ پنهنجو شجرو
ڪوئي ڪونه کو نه ڳوليو آهي.
اسان مانيءَ يا پنهنجي گپ هاٿي قميص
جي پاڪائي لاءِ ڪو نه پڻڪيا آهيون.
اسان اهو پچڻ ڪارڻ ڪو نه پيدا ٿيا آهيون
تہ زندگيءَ مادي مان جنم ورتو آهي.
اسان گاڏين کي ٽڪل گهوڙن وانگر ڇڪيو آهي.
۽ پوءِ اسان پنهنجيون پيڙيون،
سارڙي ڇڏيون ۽ بندوقن کي ڇاتي سان لڳايو.
ڇا تون انهن مردن کي ڄاڻين ٿو؟
آءُ ڄاڻان ٿو، جن اڃان، جنم ئي نہ ورتو آهي.
اهي وڻن هيٺان جنم وٺندا.
اهي پٿرن مان جنم وٺندا.
اهي مينهن ڪٽين مان جنم وٺندا.
اهي پگهل شيشي مان جنم وٺندا.
اهي ڪندڻ مان جنم وٺندا.
اهي شڪستن ۽ آرسين مان جنم وٺندا.
اهي قاتل گولين مان جنم وٺندا.
اهي جنم وٺندا.
ڪنگڻن مان، ٽڙندڙ گلن مان، ڪهاڻين مان.
اهي جنم وٺندا.
اهي ضرور جنم وٺندا.

## نظم

زمين تنگ پيئي ٿئي ۽ اسان کي آخري رستي ڏانهن ڌڪي پئي.
هن کان گذرندي اسان پنهنجا عضوا زخمي ڪري ڇڏيا آهن.

زمين اسان کي پيڪوڙي رهي آهي.
ڪاش! اسان هن جي ڪٽڪ هجون ها.
۽ ختم ٿي وڃي ها جنم وٺون ها
ڪاش! اسين چٽانن تي ٿهيل چٽ هجون ها.
۽ اسان جا سپنا ايندڙ نسلن کي ڪم اچن ها
اسان آرسين وانگر انهن جا چهرا ڏٺا آهن.
جيڪي روح جو بچاءُ ڪندي، اسان کان بچي ويلن هٿان مئا.
اسان انهن جي ٻارڙن لاءِ عيد تي رڙيوسين.
اسان انهن جا ٻه چهرا ڏٺا آهن
جن اسان جي ٻارڙن کي دريءَ کان اڇلايو
اسان جي آرسين کي سوليءَ چاڙهيندا.
آخري سيما کان پوءِ اسان کي ڪيڏانهن وڃڻ گهرجي؟
آخري آسمان کان پوءِ پکي ڪيڏانهن اڏرن؟
هوا جي آخري پساهن کان پوءِ ٻوٽن کي ڪٿي سمجهڻ گهرجي؟
اسان پنهنجا نالا ڳاڙهي ٻاڦ سان لکنداسين.
اسان ان گيت جا هٿ ڪٽي ڇڏينداسين
جيڪو اسان جي گوشت کي ختم ڪري.
اسان هتي ئي مرنداسين هن آخري رستي تي،
اسان جو رت،
هتي ئي هن جاءِ تي،
زيتون جو وڻ ڦٽائيندو.

## جلا وطنيءَ جو خط

تو لاءِ پيار ۽ دعائن کان سواءِ
پيو مان ڇا ٿو چئي سگهان؟
ڪٿان شروع ڪريان ۽ ڪٿي ختم ڪريان؟
وقت بي اختيار گذرندو پيو وڃي.

هن جلا وطنيءَ جي جيون ۾
مون وٽ ڪجهه ناهي
سواءِ هڪ مانيءَ
اُداسيءَ
۽ محرومين سان ڀريل ڪتاب جي
ڪٿان شروع ڪريان؟
اهي سڀ ڳاليهون جيڪي چيون ويون
يا چيون وينديون
مونکي منهنجي گهر ڪو نه وٺي وينديون
نه ئي مينهن وسائينديون ۽ نه ئي ٽڪل ٽٽل ۽ رڇڙيل ڀڪي ملائينديون.
ريڊيو تي هڪ پيغام-
ان کي ٻڌايو ته "مان ٺيڪ آهيان".
مان جهرڪي کي چوان ٿو
جيڪڏهن هُن جي پر سان لنگهين
ته منهنجو پيغام ڏيڻ نه وسار جانءِ
ان کي ٻڌائجانءِ
مان ٺيڪ آهيان. مان خوش آهيان. منهنجي نظر اڃان ٺيڪ آهي
اڀ اڃان چنڊ کان خالي نه ٿيو آهي.
منهنجو پراڻو لباس اڃان جسم تي اوڍيل آهي،
اهو ميان ٿو ته ڪٿان ڪٿان اڌڙي ويو هو،
پر مان ان کي سبي ڇڏيو آهي،
هاڻي ٺيڪ آهي.
مان ويهن سالن جي عمر کان مٿي ٿي چڪو آهيان.
امان! مونکي ڏسنديءَ ني ته مون مردن وانگر زندگيءَ جو بار کنيو آهي.
هڪ ريسٽورنٽ ۾ ڪم ڪندو آهيان، ٿانو ڌوئيندو آهيان.گراهڪن لاءِ
ڪافي ٺاهيندو آهيان، انهن جي لاءِ ڇهري تي مصنوعي مرڪ سجائيندو
آهيان
جيئن هو آرام ۽سڪون محسوس ڪن.

مان هاڻي سگريٽ پڻ پيئڻ شروع ڪيا آهن!
پت ڪي ٺيڪ ڏئي جوان ڇوڪري ڪان حال احوال پڇندو آهيان
ڇوڪريون نہ هجن تہ زندگي نا قابل برداشت ٿي وڃي.
منهنجا سنگتي هڪ مانيءَ جو سوال ڪندا آهن. ان ماڻهوءَ جي ب
ڪهڙي زندگي آهي؟
جيڪو هر رات خالي پيٽ سمهي پئي؟
مان ٺيڪ آهيان-
مون وٽ ماني آهي ہوڙ آهي. مون ريڊيو تي جلاوطنيءَ جا پيغام ٻڌا آهن.
۽ سڀ ائين چوندا آهن "اسان ٺيڪ آهيون"
بابا جو ڇا حال آهي؟
ڇا هو نماز پڙهندو آهي؟
ڇا اڃا تائين ٻارن سان ڌرتيءَ سان ۽
زيتون جي ڻاريءَ سان پيار ڪندو آهي؟
۽ منهنجا ڀائر ڪيئن آهن؟
ڇا هو ماستر ٿي ويا؟
جيئن بابا چاهيندو هو.
امڙ! توکي پتو آهي تہ
منهنجون اکيون آليون ڇو ٿي وينديون آهن؟
فرض ڪر ڪنهن شام جو مان بيمار ٿي پوان
ڇا رات مون تي رحم ڪندي؟
هڪ پناهہ وٺندڙ جيڪو هتي آيو ۽ گهر واپس وڃي نہ سگهيو.
جنهن وٽ هيٺان مان ڪرندس
ان ڪي هو معلوم هوندو
تہ هيءَ مردهہ شيءِ ڪڏهن انسان هئي
ڇا هو منهنجو لاش ڳجهن کان بچائي سگهندو؟
پياري امڙ!
مان تنو ڇاڻان هي ڪاغذ ڪارا ڇو پيو ڪريان؟
ڪهڙي ٽپال هنن ڪي کڻي ويندي؟

خشڪي وارا ۽ هوائي رستا،
سڀ بند ٿي چڪا آهن.
۽ ٿي سگهي ٿو هان تہ مري چڪا هجو.
يا وري جيئرا آهيو بنا ائڊريس جي.
ڇا ڪو جيئرو رهي سگهي ٿو؟
بنا ملڪ جي،
بنا گهر جي،
بنا جهنڊي جي
بنا ائڊريس جي.

## رومال

شهيدن جي مزار جهڙي تنهنجي خاموشي آهي
وهندڙ ۽ ڦهلجندڙ خاموشي.
هاڻي مون کي ياد اچي پيو تہ تنهنجا هٿ
منهنجي من مٿان ڪيئن پکين جيان ڦرندا هيا.
منهنجا سائين!
چمڪاٽ ڪندڙ ڪنوڻ کان نہ گهبراءِ
اهو افسوس افق لاءِ ڇڏي ڏي.
۽ پنهنجو پاڻ کي ٻين سوچن لاءِ تيار ڪر
سوچون
خونخوار سالن جون
۽ ڏکر وارن ڏينهن جون
۽ موت، منهنجي موت جون
۽ سوڳ جي سيني آلا پن جون.
اسانجا الوداعي
رومال رڳو ڪفن آهن.
۽ جهڙي طرح پرندڙ اگرن مٿان هوا جلندي آهي

گهرين وادين ۾ خون جا درياءَ وهندا آهن
۽ ڪن آوازن تي اداسيون
سند باد جي سڙهه سان ٻاڪر پائي روئيندڙيون آهن.
منهنجا محبوب!
مونکي موٽائي ڏي
رومال ۾ ويڙهيل وڇوڙي جا ٽڪڙا ساهه،
يا وري وڇوڙي جي ٽڪڙن ساهن کي بربط جي آواز ۾ بدلائي ڇڏ.
اسان جي خوشيءَ جي ميلاپ جو هڪ وعدو
۽ ودي ٿو
جيڪو منهنجي جلا وطنيءَ ۾ پلي ٿو.
هر هر موت تي لڙڪ نه وهاءِ
مون وٽ تنهنجي نيڻن کان سواءِ ڪجهه ناهي
وڇوڙي جي رومالن کي
پيار جي گيتن جون نشانيون ناهي
پنهنجي سيني تي نه لڳاءِ،
منهنجا محبوب!
انهن مان پها ناهي
ويڙهي ڇڏ
ڌرتيءَ ماتا جي ڪنهن زخم تي.
اسان جي ديس ۾
هو ڏاڍي اداس لهجي ۾ ڪهاني ٻڌائيندا آهن.
منهنجي ان سنگتيءَ جي-
جيڪو ويو ۽ وري واپس نه آيو.
ان جو نالو؟
ان جو نالو نه وٺ
لفظن کي سيني ۾ سانڍي رکو
نه ته هوا انهن کي رک جيان اڏاري ويندي.
انهن کي من ۾ ئي رهڻ ڏي،

هو هڪ اهڙو زخم آهي
جيڪو چنڊ کان ٻاهر آهي
منهنجا عزيزو! منهنجا يتيمو!
مان بيقرار آهيان
ڪٿي ان جو نانءُ نہ وساري ڇڏيون
نانوَن جي هن دنيا ۾ اسان ان کي وساري نہ ويهون
سيءُ جي مينهن ۽ طوفان ۾
ڪٿي اسان جا زخم سمهي نہ پون مون کي خطرو آهي.
هن جي عُمر
هو هڪ اهڙي مڪڙيءُ وانگر هو
جنهن کي مينهن بہ ياد ڪونہ ڪيو
هن ڪڏهن بہ چاندوڪي رات ۾
ڪنهن محبوب جي پٽ اڳيان ڪو گيت ڪو نہ ڳايو.
پٽ تائين هن جا هٿ ڪو نہ پهچي سگهيا.
هن جي نهار ڪڏهن بہ ڪنهن خواهش جو پيڇو ڪو نہ ڪيو.
زندگيءُ ۾ رڳو هن هڪ ڇوڪريءُ کي ڏسي
بہ پيرا ٽڏو ساهہ پريو هو.
پر ڇوڪريءُ پٽ تي ڪو نہ نهاريو
هو اڃا ننڍو هو.
اها ڇوڪري ۽ اها خواهش هن جي پهچ کان ٻاهر هئي.
اسان جي ديس ۾ هوهن جي ڪهاڻي ٻڌائيندا آهن جڏهن هو هليو ويو تہ ماءُ کان بہ ڪو نہ موڪلايائين سنگتين کي بہ ڪونہ ٻڌائين نہ ٽي ڪو ٽي پيغام ڇڏي ويو.
پنهنجي امڙ لاءِ ڏکيون راتيون روشن ڪري ويو.
جيڪا هاڻي آسمان هيٺان
هن جي شين سان
هن جي وهاڻي سان
هن جي سوٽ ڪيس سان ڳالهيون ڪندي آهي تہ.

او رات! اوتارؤ! او ڏٽي! او ڪڪر!
ڇا توهان منهنجو اڏرندڙ پکي ڏٺو؟
هن جون اکيون ٻه چمڪندڙ ستارا هيون.
هن جي هٿ ۾ ٻه گلدستا هيا
هن جو سينو چند تارن جو وهاڻو هو.
توهان ڪنهن اهڙي مسافر کي ڏٺو جيڪو سفر لائق ٻه نه هو؟
۽ جيڪو پاڻ سان مانيءَ ڀُڀو ٻه ڪو نه کڻي ويو
هن جي بک تي ڪير فڪر ڪندو؟
هن سان ڪير همدردي ڪندو؟
هو اجنبي آهي ۽ سڙڪ تي حادثا آهن
منهنجو پٽ! منهنجو پٽ!
او رات جا تارؤ! او ڪڪرؤ!
هن جي امڙ کي ٻڌايو تہ توهان وٽ ڪو ٻه جواب ناهي
زخم لڙڪن کان وڏو آهي
افسوس ۽ تڪليف کان ٻه وڏو آهي.
تون حقيقت برداشت ڪري نہ سگهنديءَ
ڇو تہ تنهنجو پٽ مري چڪو آهي.
امڙ!
پنهنجا ڳوڙها نہ ڳاڙ
ڇو تہ ڳوڙهن جون پاڙون هونديون آهن
انهن لڙڪن کي ان شام لاءِ بچائي رکُ
جڏهن سڙڪون لاشن سان ڀر جي وينديون
۽ تنهنجي پٽن جهڙن مسافرن کي رستو نہ ملي سگهي.
پنهنجا ڳوڙها اگهہ.
۽ انهن پيارن جي يادگارن لاءِ ڪجهہ ڳوڙها بچاءِ جيڪي اڳ مري چڪا آهن.
ڳوڙها بچائي رک
شايد سياڻي هن ٻيءُ لاءِ، ڀاءُ لاءِ
دوستن لاءِ انهن جي ضرورت پوي.

اسان جي ديس ۾ هو منهنجي سنگتيءَ جي کهاٽي ٻڌائيندا آهن
جيڪو ويو ۽ واپس نہ آيو.
ڪيئن هن جان ڏني؟
ڪيئن هن جي ڇهري ۽ سيني ۾ گوليون لڳيون؟
مهرباني ڪري تشريح نہ ڪيو
مون هن جا زخم ڏٺا آهن زخمن جي گهرائي ماپي آهي
پر-
مان ٻين ٻارن ڪاڻ سوچان ٿو
۽ سوچان ٿو انهن عورتن بابت جن جي هٿن ۾ ٻارن جون گاڏيون آهن.
پيارا دوستو!
اهو نہ پڇو تہ هو واپس ڪڏهن ايندو؟
رڳو اهو پڇو تہ:
ماڻهو هن جي ڳولا ۾ ڪڏهن ويندا؟
ڪڏهن ننڊ مان سجاڳ ٿيندا.

## ناظم حڪمت (NAZIM HIKMAT)

تُرڪيءَ جي عظيم شاعر ناظم حڪمت (١٩٠٢) ۾ ترڪيءَ جي شهر "سالونيڪا" ۾ جنم ورتو. ١٩١٧ع ۾ هيبيلي نيول اڪيڊمي ۾ داخل ٿيو. سياسي ڪارڪن هئڻ جي ناطي حڪومت جي اک ۾ ڪنڊو بڻجڻ ڪارڻ ١٩٢١ ڌاري ماسڪو فرار ٿي ويو ۽ اتان جي ايسٽ يونيورسٽي ۾ پڙهڻ لڳو. ١٩٢٥ع جي وچ ڌاري ترڪيءَ ڏانهن واپس ورندي ئي ڪيس جيل اماڻيو ويو ١٩٢٧ع ۾ هن جي نظمن جو پهريون ڳٽڪو (Lines- ٨٣٥) جي سري هيٺ شايع ٿيو. هن کي ١٩٥١ع ۾ جيل مان آزاد ڪيو ويو.

هن جي نظمن ۾ قيدجون پيڙائون، ديس واسين سان پيار ۽ ڏکويل زندگيءَ جا عڪس ڏاڍي ڀرپور انداز سان چٽيل آهن.

ترڪيءَ جي عظيم ڪوي ناظم حڪمت ١٩٦٣ع ۾ وفات ڪئي.

## اڄ آچر آهي

اڄ آچر آهي.
۽ اڄ هو پهريون ڀيرو مونکي،
چمڪندڙ سجَ هيٺان وٺي آيا آهن.
آءٌ آسمان ڏانهن نهاريان ٿو.
آسمان ڪشادو آهي،
آسمان ڪيڏو نه نيرو آهي،
آءٌ پٽ کي ٽيڪ ڏيئي،
سهٽي ڌرتي تي ادب سان ويهان ٿو.
۽ سڀ ڪجھ وسري وڃي ٿو،
سپنا،
آزادي،

۽ تون پڻ منهنجي پياري وني!
بَس-
سچُ،
ڊرتي ۽ آءُ آهيان.
آءُ ڪيڏو نه ڀاڳن وارو آهيان

## سُجاڳي

توهان سجاڳُ ٿِيَو-
توهان ڪٿي آهيو؟
گهر ۾،
توهان سجاڳ ٿيڻ کان اڳ ۾ سُن آهيون،
اهو هڪ پريشانيءَ جو قسم آهي.
توهان آزاد ٿيا آهيو،
هي توهان جي پر ۾ ڪير ستل آهي؟
اِها اڪيلائي ناهي،
اِها اوهان جي زال آهي، جيڪا ڪنهن فرشتي وانگر سُڪون سان ستل آهي.
زائفاٿا سور ڪيس جلد ئي ٿيندا.
وقت ڇا ٿيو آهي؟
اٺَ.
توهان رات ٿيڻ تائين سلامت آهيو،
ڇو ته اها ريت ئي ناهي،
جو پوليس ڏينهن جي روشنيءَ ۾،
توهان جي گهر مٿان حملو ڪريِ.

## نظمُ

اي مُنهنجا ديس!

مُنهنجي مٿي تي اُها ٽوپي ناهي،
جيڪا تنهنجي شهرَ مان ڪٽي آيو هُيس.
منهنجي پيرن ۾ اهي جوتا ناهن،
جيڪي تنهنجي رستن کي سجاڳيندا هئا.
منهنجي آخري قميص بہ ڦاٽي ويئي،
جا تنهنجي شهر مان سبرائي هئم.
هاڻي تنهنجي جهلڪَ -
رڳو وارن جي اڌرنگ رنگ ۾ آهي،
يا منهنجي نرڙ وارن گهنجن ۾،
يا منهنجو ٽُٽَلُ مَنُ آهي.

## قيد خاني مان هڪُ خَط

منهنجا پرين!
توکي ٻُڌايان، ڏاڍو نفيس نُڪتو آهي،
تہ انسان بدلجي وڃي ٿو.
مون کي قيد خاني ۾،
سڀ سان محبت ٿيڻ لڳي آهي.
جڏهن رات جو ننڊ پنهنجي مهربان هٿن سان
سپنن جو در کولي ٿي،
تہ هر پت منهنجي پيرن تي ڪري پيئي ٿي،
۽ آءٌ ان پل سپنن ۾ ائين پڌلي وڃان ٿو،
جيئن هڪ ڪرٽو بيٺل پاڻيءَ ۾ ڪرندو آهي.
آءٌ انهن پلن ۾ ڪيڏو نہ خوش گهمندو آهيان،
جتي ڪو ڏک ناهي، نہ ڪو قيد خانو آهي.
"جاڳڻ ڪيڏو نہ ڳورو هوندو."
نہ ائين ناهي پري!
منهنجي اها ڪٿا آهي جو آءٌ همت ۽ عزم سان،

تنبُ کي اهو ڪجھ بخشيندو آهيان،
جيڪو ان جي حصي ۾ ايندو آهي.

## ويرا جي نالي

هُنَ چَيو: "اچُ"
هُنَ چَيو: "بيھ"
هُنَ چَيو: "مرڪ"
هُنَ چَيو: مري وڃُ"
آءُ -
آيسُ، بيٺس، مُرڪيسُ،
۽ مري وَيسُ.

ويرا (VEERA) ناظم جي روسي وني

## برٽولٽ بريخت (BREETTOLETE BRECHT)

(رٽولٽ بريخت سن ١٨٩٨ع ۾ پيدا ٿيو. پيدائش جو شهر "باواريا" آهي ۽ ننڍپڻ جا ڏينهڙا اتي ئي گذاريائين. هن طب جو امتحان پاس ڪيو پر پهرين جنگ عظيم ۾ ميڊيڪل يونٽ ۾ ڀرتي ٿيڻ ڪري هن ادبي زندگي گذارڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پهريون ناٽڪ "بائيبل" (The Bible) لکيو پر جڏهن هن جي ناٽڪ (Drums in Night) تي ڪلائيسٽ(Kliest) انعام ڏنو ويو ته هن جي ادب شهرت جا دروازا کلي ويا.

هٽلر جي دور ۾ قتل ڪرائڻ واري فهرست ۾ بريخت جو پنجين نمبر تي نالو هو پر پوءِ کيس جلا وطن ڪيو ويو. جلا وطني ۾ ڊنمارڪ، فن لينڊ ۽ ڪيليفورنيا ملڪن ۾ رهيو.

ڪيليفورنيا ۾ رهندي ناٽڪ "گليلو" لکيائين جيڪو اطالوي سائنسدان گليلو جي جيون تي آهي آمريڪا جي وزارت داخلا هن مٿان جاسوسي جو الزام لڳايو ته هيءُ پيرس واري رستي کان زيو رخ ۾ آيو پر اتحادين مغربي جرمنيءَ ۾ داخل ٿيڻ نه ڏنس مجبور ٿي مشرقي جرمني ۾ رهڻ لڳو.

٢١- ڊسمبر ١٩٥٢ ۾ اسٽالن امن انعام به کيس مليو.

١٠- آگسٽ ١٩٥٣ع ۾ هن گليلو" ناٽڪ لکڻ پيهر شروع ڪيو.پر اسٽيج تي اچي نه سگهيو، جو ايهرسل جي چوٿين ڏهاڙي، بريخت کي دل جو دورو پيو ۽ جيون جي لاٽ اُجهامي وئي.)

## منهنجو پاءُ هڪ هوا باز هو

منهنجو پاءُ هڪ هو اباز هو.

هن هڪ پيتيءَ ۾ پنهنجون شيون بند ڪيون،
۽ اوپر پاسي ڏانهن هليو ويو.
منهنجو ياءُ فاتح آهي.
اسان ماڻهن وٽ جاءِ جي اٿاٿ آهي،
۽ وڏيڪ علائقو حاصل ڪرڻ،
قوم جو ازلي خواب آهي.
اها جاءِ جنهن کي منهنجي ياءُ فتح ڪيو،
گوادارا ماجي هڪ ڪڏ ۾ آهي
اُن جي ويڪر ڇهه فٽ، ۽ انچ آهي
اُن جي گهرائي ساڍا چار فوٽ آهي.

## پينگهو

آءُ ان نظام کي پيو ڏسان
جيڪو ڪافي وقت کان سجاتو وڃي ٿو.
ڪجهه ماڻهو مٿي ويٺل آهن ۽ ڪافي ماڻهو هيٺ آهن.
مٿان وارا هيٺ ويٺلن کي مٿي اچڻ جي دعوت ڏين ٿا.
پر غور سان ڏسو تہ توهان کي،
مٿي ۽ هيٺ ويٺلن جي وچ ۾ هڪ لڪل شيءِ ڏسڻ ۾ ايندي،
جيڪا رستي جهڙي نظر اچي ٿي پر رستو ناهي،
بلڪ هڪ تختو آهي.
هاڻ اوهان کي صاف ڏسڻ ۾ ايندو،
تہ اهو هڪ پينگهو آهي.
۽ هي سڄو نظام هڪ پينگهو آهي،
جنهن جا ٻہ پُڙ آهن
۽ پُڙن جو حساب هڪجهڙي مٿان آهي.
جيڪي ماڻهو مٿي آهن،

اهي ان ڪري مٿي آهن جو پيا هيٺ آهن،
مٿان وارا مٿي نہ رهن ،
جيڪڏهن هيٺ وارا پنهنجي جاءِ ڇڏي مٿي نہ اچن.
ان ڪارڻ مٿان وارن جي صرف اها خواهش ٿي سگهي ٿي تہ هيٺ وارا
هميشه هيٺ ئي هجن ۽ مٿي نہ اچن.
هونءَ بہ مٿي وارن جي بنسبت هيٺ وارن ۾ گهٽا ئي لازمي آهي.
ڇو تہ نہ تہ وري پينگهو توازن رکي نہ سگهندو
پينگهو جو ٽيو.!!

## نظم

چوواٽي جي ڪناري تي،
ڪجهه سوچي رهيو آهيان.
(اهوڏانهن ٽائر بدلائڻ ۾ ڊرائيور مصروف آهي)
جيتوڻيڪ مونکي ڪا پرواهہ ناهي ان ڳالهہ جي،
تہ مان ڪٿان آيو آهيان؟ ۽ وڃڻو ڪيستائين آهي؟
ارمان مونکي رڳو اهو آهي تہ،
مان بيچينيءَ سان، ڦيٿي بدلائڻ جو انتظار ڇو پيو ڪريان؟

## نظم

جڏهن جنگ جي ميدان ۾ شام لهي آئي،
تڏهن دشمن کي شڪست اچي چڪي هئي.
تار گهر جي تارن ۾ هلچل مچي وئي
۽ اها خبر چؤ طرف ڦهلجي ويئي.
هڪ دنيا جي هڪ ڪنڊ ۾ ماتم مچي ويو ۽ واويلا جون رڙيون آسمان تائين پهتيون.
صدمي ۾ چريو ٿيل ماڻهن جي زبانن مان هڪ رڙ نڪتي ۽ اُن جي اوچاين تي پهتي.
لعنتون ڏيندين ۽ هزارين چپ هيڊا ٿي ويا. ڪاوڙ ۾ هزارين مٺيون پڪرڙيون ويون.

دنيا جي ٻي ڪنڊ ۾،
خوشيءَ جا نعرا آسمان جي قبي سان ٽڪرايا. خوشيءَ جا گيت خوشيءَ جي لهر،
آزادي جو ساهه ۽ سينا ڦوڪجي ويا.
هزارين چپ هڪ روايتي دعا ۾ مصروف ٿي ويا.
هزارين هٿ عاجزي ۾ ٻڌا ويا.
رات جو دير تائين،
تار گهر جون تارون ذڪر ڪنديون رهيون،
انهن لاشن جو جيڪي جنگ جي ميدان ۾ پيا هئا.
ڏس-
خاموشي ڇائنجي ويئي دوستن ۽ دشمنن وچ ۾
رڳو مائرون روئن پيون،
هِن پاسي ۽ هُنَ پاسي.

## فريدر ڪوگارشيالورڪا (FREDRKO GARIA LORCA)

اسپين جو برک شاعر ۽ ناٽڪ نويس فريدڪوگارشيالورڪا، اسپين جي پر ۾، ڪنهن جپاني عورت جي ننڍڙين اکڙين جهڙي ننڍڙي ڳوٺ فيونٽي- واڪيو راس ۾، ٥ جون ١٨٩٨ ۾ پيدا ٿيو.
اسپين جي يونيورسٽيءَ ۾ ، علم جو اڀياس ڪرڻ سان گڏو گڏ لکڻ شروع ڪيائين. شاعريءَ جو پهريون مجموعو ١٩٢١ع ۾ (Book of peoms) جي نانوَ سان شايع ٿيس. ان ڪانپوءِ انيڪ شاعريءَ جا ڳٽڪا ۽ ناٽڪن جا مجموعا شايع ٿيس.
آگسٽ ١٩٣٦ع ۾ لورڪا کي غرناطه ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ فاشسٽ فلانج جي ميمبرن کيس گولي هٽي ماري ڇڏيو ۽ سندس قتل جو ڏکُ گهرو ويڙهه ۾ ڏکجي ويو، سندس موت ڪانپوءِ لورڪا جي اهم نظمن جو ڳٽڪو (Poet in New york) شايع ٿيو.

## نظم

چوٿين رات جو چنڊُ
۽ هڪ اڪيلي پاڇي، اڪيلي پکيءَ سان،
هڪ اڪيلو وڻُ آهي.
مان پنهنجي جسمَ تي، تنهنجي چپن جا نشان ڇڏڻ چاهيان ٿو.
فوارو، هوا کي بنا چهڻَ جي چُمي ڏئي ٿو.
مان پنهنجي هٿَ ترڻءَ تي، تنهنجي "انڪار" کي اچي ليمي جيان ڪٽي گهمايان ٿو.
چوٿين رات جو چنڊ ۽ اڪيلو هڪ وڻ.
منهنجو پيار هڪ سُئيءَ جي ڇهنب مٿان گهُمي رهيو آهي.

## چنڊ نڪرڻ ويلَ

جڏهن چنڊ نڪرندو آهي،
گهنٽيون خاموشيءَ سان لڙڪنديون آهن،
۽ مشڪل رستا ظاهر ٿي پوندا آهن.
جڏهن چنڊ نڪرندو آهي،
مُن نيڻ-نهارَ تائين هڪ جزيرو لڳندو آهي.
چوڏهينءَ واري رات جو، ڪوئي بہ نارنگيون کائي نہ ٿو سگهي
ميوو کائڻ گهرجي، پر اهو جيڪو سائو ۽ ٿڌو هجي.
جڏهن سوين ڇهرن جهڙو هڪڙو چنڊُ،
نڪرندو آهي،
تڏهن -
هڪُ چانديءَ جو سڪو،
کيسي ۾ ٿڌا ساهہ ڀريندو آهي.

## اڏسُتلَ - عورت لاءِ نظم

توکي ننگو ڏسڻ، زمين کي ياد ڪرڻ آهي،
نرم زمين ، جنهن کي گهوڙا صاف ڪندا آهن،
زمين ڊِپن ڪانسواء، سُئي زمين،
رتُ هڪ پيرو وري خوابَ ڪمري ۾،
چمڪندڙ تلوارَ سان گڏ داخل ٿيندي،
پر توکي پتو نہ هوندو تہ ڏيڏر جي دل،
۽سورج مُکيءَ جا گُل ڪٿي لڪل آهن.؟
تنهنجو پيٽُ پهاڙن جو رستو آهي،
تنهنجا چپ هڪ ڊنڊلي صُبح جيان آهن-

# الوداع

آءُ، جيڪڏهن مَري وڃان،
وراندي کي کليل ئي رهڻ ڏجو-
ننڍڙو نينگر سنگترا کائي پيو،
آءُ کيس وراندي مان ڏسي سگهان-.
هاري سنگ لٿي پيو،
آءُ سندس وراندي مان آواز ٻڌي سگهان-.
آءُ، جيڪڏهن مري وڃان،
وراندي کي کُليل ئي رهڻ ڏجو.

## مايا ڪووسڪي (MAYAKO VISKY)

جبر ڪهڙي به نظام جو هجي، ان کي حساس ماڻهو برداشت ڪري نه ٿو سگهي ۽ روس جي حڪمران جوزف اسٽالن جي جبر به گهڻن ئي حساس شاعرن ۽ اديبن کي دل شڪستو ڪري ڇڏيو جن مان مايا ڪو وسڪي پڻ هڪ آهي.

مايا ڪووسڪي جنهن جو اسڪول سرٽيفڪيٽ ۾ پورو نانءُ ولاڊيمير مايا ڪووسڪي لکيل آهي پر شاعريءَ جي دنيا ۾ هو مايا ڪووسڪي جي نانءَ سان سڃاتو وڃي ٿو. هن سچ ۽ سونهن جي ڪويءَ جارجيا جي هڪ ڳوٺ بغدادي ۾ سن ١٨٩٣ع ۾ جنم ورتو (ڳوٺَ بغداديءَ جو هاڻي "مايا ڪووسڪي" نالو آهي). ١٩٠٥ع ۾ ٻالڪپڻي ۾ ئي سندس انقلاب ڏانهن قدم وڌيو جنهن ڪارڻ ئي ڪيس قيد خاني ڏانهن اماڻيو ويو.

١٩١٧ع واري آڪٽوبر انقلاب ويلَ مايا ڪووسڪيءَ جي عمر ٢٣ سال هئي، هُن ان انقلاب ڪارڻ ڪيئي نظم لکيا، خواب ڏٺا ۽ انهن خوابن کي تعبير به مليو. جوزف اسٽالن اچڻ سان ئي جبر شروع ڪيو ۽ ادب لاءِ هڪ دائرو ڪڍيو جنهن ۾ ليکڪن کي رڳو ڪوڙ سرجڻو هو، ان ڳالهه کي سچ جا سنگتي ڪيئن پئي برداشت ڪري سگهيا؟ هڪ سيبتي ليکڪ انتونيو پورشيا جو هڪ جملو آهي ته "سچ جا سنگتي ڏاڍا گهٽ هوندا آهن، ۽ جيڪي هوندا آهن اُهي به خودڪشي ڪري ڇڏيندا آهن".

اهڙيطرح هن سچ جي ڪوي ١٤ اپريل ١٩٣٠ع ۾ پنهنجي ڪمري ۾ پاڻ کي گولي هڻي خودڪشي ڪري ڇڏي. مايا ڪووسڪي جا آخري لفظ هيا "اُهي ٻئي ڪنهن جي سفارش ڪونه ڪندس"

## شهر جي دوزخ جو منظر

درين جي شيشن مان شهر جي دوزخ جو نظارو نظر پيو اچي.
ننڍڙن ڪو ٽين ۾، وڏشبائون هٿ ٻتيون جهليو بيٺيون آهن.

رنگين لارين ۽ موٽرن چڪر پيون هڻن.-
هيڏانهن هوڏانهن ڳاڙها ڪپڙا پهريو دلال چڪر پيا ڏين،
۽ شوقين ماڻهن جي ويجهو ڪن ۾ پڻ پڻ پيا ڪن.
ٻئي پاسي -
مڇيءَ جي اُڪريل تصوير واري بورڊ هيٺان هڪڙو پيرسن هيٽ ڪريو پيو آهي،
۽ پنهنجي گم ٿي ويل عينڪ ڳولي رهيو آهي
۽ جڏهن اتان هڪ ٽرامَ لنگهي ، تڏهن ان جي روشنيءَ ۾
هن پنهنجن اکين جي ماٽڪين کي پورا پورا ٿيندي ڏٺو.
اُپ کي ڇهندڙ ڏگهين عمارتن جي پيل وٽيءَ وچ ۾ ،
ريل گاڏيون اينديون ويندون رهيون.
تيز شور ڪندڙ هڪ هوائي جهاز ڪنهن بلڊنگ سان
ٽڪرائجي پرزا پرزا ٿي ويو،
۽ سج جي روشنيءَ ۾ ان جا ڀڳل ٽڪرا چمڪندا رهيا-
ان ڪانپوءِ-
شهر جي رستن مٿان روشنين جو هڪ چار ڦهلجي ويو.
رات - ناچڻي ٻڌجي رستن جي روشنين ۾ نچندي رهي،
۽ گهٽين ۽ رستن جي ان روشنيءَ کان پري
اونداهن نظارن چنڊ کي چڻ ڳهي ڇڏيو،
۽ان کي ڪنهن مدي خارج ٿي ويل پراڻي شيءِ جيان،
گند جي ڍير ۾ اڇلائي ڇڏيو.

## ڪڪرَ

مٿي آسمان ۾ چئني طرفن کان،
رڳو چار سيلاني ڪڪر آهن،
ڪنهن ٻـ ميڙ ڪانسواءِ
پهرئين ڪان ٽئين تائين،
ڪنهن ماڻهوءَ جيان پئي لڳا،

۽ چوٽون اُٿ جيان پٽي لڳو،
ان ڪانپوءِ جڏهن چارئي،
پنهنجي مستُ چال ۾ وڌڻ لڳا،
تہ ڪين واٽ تي پنجون همراهُ گڏيو،
۽ پوءِ بنا ڪنهن ترتيب جي،
هاٿيءَ پويان هاٿي ايندو ويو،
ايستائين، جو ڇهون آيو،
۽ ڪين ڪسڪائيندو ويو،
نيٺ هوا لڳڻ سان
سيئي ڪڪر هڪ هڪ ٿي ريا،
۽ ڪڪرن ڪي گم ڪري
اُفق مان سجَ ڪَني ڪڍي،

## نظم

گهوڙي اُٺ ڏانهن ڏٺو،
۽ پوءِ گهگهي آواز ۾ ڪلڻ لڳو،
گهوڙي کي اهو کهڙو ريچڪ آيو-؟
اُٺ چيس،
"گهوڙا!
تون مون تي ٺٺولي پيو ڪرين
تون تہ مون کان گهڻ ساماٿلُ
۽گهڻ اُسريل آهين".
۽ ڏٺي تعا لِي جيڪو هر ڪنهن جي
حيثيت جاٽي ٿو.
تنهن مٿي مرڪي سوچيو:
" هي تہ سيئي جدا جدا نسل جا،
ساڳيا ئي جانور آهن"

## لينگسٽن هِيُوز (LANGISTAN HUGE)

(لينگسٽن هيوز ١٩٠٢ع ۾ ميسوري (آمريڪا) ۾ ڄائو، سندس تعلق ڪاري نسل سان هو، پر نظم، سندس من جياب سفيد آهن، هيوز ڪيترين ئي ڪهاڻين ۽ مضمون پڻ لکيا پر سندس مڃتا هڪ سٺي شاعر جي حيثيت ۾ حاصل آهي. هيوز ١٩٦٧ع ۾ وفات ڪئي.)

### اڌو - اڌ

ڏکو ڇوڪرو آيو،
۽ پنهنجي ڪلهن تي هڪ اها مڇي کڻي آيو،
جنهن جو مٿيون حصو عورت جو هو،
۽ هيٺيون حصو مڇيءَ جو-
هن مهاڻي ڇوڪري هڪ مڇي ڦاسائي،
اڌ مڇي کائڻ لاءِ،
اڌ مڇي شاديءَ لاءِ.

### جَنگ

جنگ جو چهرو منهنجو چهرو آهي.
جنگ جو چهرو تنهنجو چهرو آهي.
جنگ جي چهري جو رنگ ڪهڙو آهي؟
ناسي ڪارو يا اڇو؟
موت هڪ ٻهاري آهي،
آءٌ دنيا جي صفائي ڪرڻ لاءِ،

ان کي هڻڻ ۾ ڪٿان ٿو.
آءُ ٻهاري ڏيان ٿو.
آءُ ٻهاري رت ۾ ٻوڙيان ٿو.
منهنجي ٻهاري رت ۾ ٻڏي وڃي ٿي،
۽ اهو الزام آءُ تو مٿان هڻان ٿو.
چاڪاڻ جو تون منهنجو دشمن آهين.
۽ اهو الزام تو مون مٿان هڻي ٿو.
چاڪاڻ جو
آءُ تنهنجو دشمن آهيان.
پوءِ تون مونکي مارين ٿو.
تنهنجو نانءُ منهنجو آهي،
۽ اهونانءُ جنگ آهي.

## امن

اسان انهن جي قبرن وٽان لنگهون پيا،
جيڪي جنگ ۾ مري ويا.
کٽيندڙ يا هارائيندڙ؟
ڪو پتو ناهي.
اُنِ ۾،
اُهي بہ ڪو نہ ڏسي سگهيا،
تہ فتح ڪنهن حاصل ڪئي؟

## خواب

اُن خواب جو ڇا ٿيندو آهي؟
جنهن کي ٽاريو ويو هجي.
ڇا اهو اس تي رکيل ڪشمش جي داڻي وانگر سڪي ويندو آهي؟

۽ پوءِ هيڏي هوڏي ڊوڙي ويندو آهي.
ڇا اهو پاروٿي گوشت وانگر ٻانس ڪندو؟
يا مٺي شربت وانگر ان جو ڪرند ٻڌجي ويندو؟
ٿي سگهي ٿو ته اهو ڳوري بار وانگر جهڪ ايندو هجي.
يا اهو ٻم گولي جيان،
ڦاٽي پوندو آهي؟

## هڪ رڙ

جيتوڻيڪ ڪو وڇڙيو به نه هو،
نه ئي ڪنهن جو مرتيو ٿيو هو،
گذريل رات آءُ پيرن ڀر اڀو ٿي ويس،
۽ تيز رڙ ڪئي.
مون رڙ ڪئي، ان ڪارن جو تون
منهنجي دل کي ڀَڃي،
ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو.
تنهنجي نفرت ۾ ٻڏل نهار،
منهنجي دل کي ڀڃي،
ٻن جسسن ۾ ورهائي ڇڏيو،
تنهن ڪري اها رڙ
تنهنجي حصي ۾ ڳڻي ويندي.

## هڪ نيگرو ڇوڪري

ڇوڪريءَ چيو:
" آءُ هن دنيا ۾ اڪيلي آهيان،
ڪو به ماڻهو منهنجي بستري جو ساٿي نه ٿو ٿئي

سچ اھو آھي تہ ڪو بہ ماڻھو،
مون سان محبت نہ ٿو ڪري."
ڇوڪري جو وات ڪُلي ويو ۽ ڪيس چيائين:
" تو کي ڪو بہ نہ ٿو چاھي!
پر آءُ ھڪڙي شرط تي توسان،
سڄي عمر رھي سگھان ٿو."
ڇوڪريءَ چيس:
" پيارا: حڪم ڪر"
ڇوڪري وراڻيو:
" بستري ۾ پاڳي- پائيوار ڪرڻ سان گڏ،
پئسن ۾ بہ حصو ڪر."

## مازيسي ڪُوينِي (MAZESE KUVENE)

مازيسي ڪويني جو ڳائيٽو، ڏکڻ آفريڪا جي معتبر ۽ وڏن شاعرن ۾ ٿئي ٿو. هيل تائين سندس ست مجموعا شايع ٿي چڪا آهن. (مازيسي جي نظمن ۾ ظلم ۽ جبر جون ڳالهيون ڏاڍي سادگيءَ ۽ طنز سان بيان ٿيل آهن.)

### پوليس مقابلو

(سرڪاري هينڊ آئوٽ)
هو نائين ماڙ تان ڪري، مري ويو.
هن پنهنجي ڳچيءَ ۾ رسي وجهي خود ڪشي ڪئي.
هو فرش ڌوئيندي صابڻ تان ترڪيو.
هو نائين ماڙ تان ڪريو هو.
هن پنهنجو پاڻ کي رسو وڌو
هو صابڻ ڌوئيندي فرش تان ترڪيو.
هن نائين ماڙ تان ٽپو ڏنو.
فرش ڌوئيندي هن پاڻ کي ڇت ۾ ٽنگيو.
هو نائين ماڙ تان ترڪيو.
پنهنجو پاڻ کي ٽنگيائين.
هو نائين ماڙ تان ترڪيو.
هو نائين ماڙ تان فرش ڌوئيندي ترڪيو.
ترڪندي صابڻ تان ڪري پيو.
هو نائين ماڙ تي جنهن مهل،
فرش پيو ڌوئي تنهن مهل ترڪيو
هو نائين ماڙ تان لتا ڌوئيندي،
صابڻ ۾ لڙڪي پيو.

### اهي ڳائڻ پيا

جتي-
گورا ماٺهو موڪل واري ڏينهن،
اطمينان سان آرام ڪندا آهن،،
۽ باقي ڏينهن سونُ ميڙيندا آهن.
اُتي-
حيرت جي ڳالهه آهي،
ڪارا ماٺهو جانورن جهڙي،
چيله ڇهي ڪندڙ محنت جي باوجود،
ڳائن پيا.

## ماٺهو ڇَون ٽا

ماٺهو ڇون ٽا،
اچان هاٽي هاٽي سيني ڏنو تہ،
هتي هڪ گڏيءَ جهڙي ڇوڪري،
جنهن جون ٻہ ڇوٽيون ٽيل هيون.
ان معصوميت مان پوليس کي،
احتجاجُ ٽوٽشو ڏيکاريو.
ان کان پوءِ ڏسڻ وارن ڏٺو تہ
لالاڻ ڦهلجي وئي،
ڪجهہ گوشت جا ٽڪرا اُڏري اُڏري،
زمين تي وکري ويا.
اچا هاٽي هاٽي
هتي گلن جهڙن ڳاڙهن ڪپڙن ۾، هڪ گڏيءَ جهڙي ڇوڪري هئي.
اچا هاٽي- هاٽي
ها ماٺهو ڇون ٽا.
هاٽي هاٽي

## اوڪتاويوپاز (OCTAYIO PAZ)

سال ١٩٩٠ع جو نوبل انعام لاطيني آمريڪا جي عظيم شاعر اوڪتاويو پاز کي ڏنو ويو آهي. جڏهن آڪٽوبر ۾ انعام جو اعلان ٿيو. تڏهن اوڪتاويو پاز نيو يارڪ ۾ هو. انعام تي اوڪتاويو پاز جي راءِ هئي تہ: آءٌ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان . هيءَ شيءِ مون لاءِ منهنجي ديس واسين ۽ ادب لاءِ ضروري هئي." ٧٦ ورهين جو اوڪتاويو پاز ٣١ - مارچ، ١٩١٤ع ۾، پائيسز (Pisces) ستاري جي ڇانوَ ۾، ميڪسيڪو ۾ ڄائو. جوانيءَ ۾ شاعريءَ جي ڏات پڪيءَ ، سندس من ۾ آڪيرو ٺاهيو ۽ نظم لکڻ لڳو. هيل تائين ٣٠ ڪتاب شايع ٿيا اٿس، جن ۾ ڪجهہ نثر بہ شامل آهي. هن جا نظم ڪنهن اجڙيل شهر جهڙا اُداس ۽ محبوبہ جي ناسي اکڙين جهڙا گهرا آهن.

اوڪتاويو پاز پهريائين ماستر ٿيو، ان کانپوءِ ميڪسيڪين ڊپلوميٽڪ سروس ۾ داخل ٿيو ۽ انيڪ ملڪن ۾ سفير ٿي رهيو. ١٩٦٨ع ۾ هندستان ( ) ۾ سفير ٿي آيو، جتي مشرقي فلسفي جو اڀياس ڪيائين ۽ ٻڌ فلسفي کان ڪافي اتساهہ مليس هن هندستان ۾ ٿي استعفيٰ ڏني، جنهن جو ڪارڻ، ميڪسيڪو ۾ شاگردن جو قتل عام هو. سندس نظمن جو ڪتاب "نرڪلائي جو مهاڄار" ڪتاب (The labyrinth of solitude) سندس اهم ترين ڪتاب مڃيووڃي ٿو)

## نظم

چاول ٻار، صبح ٿيندي ٿي،
پنهنجي نانوَ جي ڳولا ۾ نڪري پئي ٿو
ننڊ ۾ ٻڌل جسمن مٿان،

روشني چمڪي رهي آهي،
پهاڙ ساحلن ڏانهن ڊوڙڻ پيا.
اُس، تيزيءَ سان چولين ۾ داخل ٿي رهي آهي،
ان جي ڀرپور حملي سيني ڇڪندڙ منظرن کي،
ڏندلائي ڇڏيو آهي.
سمنڊ، پنهنجي پٽ واري ليٽيل اُفق ڏانهن،
وڌڻ کان ڪيبائي رهيو آهي.
ڌرتيءَ جي ڦهليل بي ترتيبي،
سنگتراش جي هئي، هتي هٽڻ جو احساس ڏياري ٿي.
ٽڪري اهڙي ته سڌيءَ شفاف آهي،
جو ان مٿان نظر اڪرڻ لاءِ دل گهري ٿي.
روشنيءَ جي نمائش
اڻ ڳڻيل نانون جو رنگين پکو کولي ڇڏيو آهي.
هتي هوا ۾ هر پاسي کان هڪ گيت جي بج ۾،
خوبصورت نانوَ آهن.

## پره ڦٽي

ٽڏا ، پر چست هٽ،
اونداهيءَ مٿان ويڙهيل ٿلهيون پٽيون،
هڪ هڪ ڪري لاهين ٿا.
آءُ پنهنجيون اکيون کوليان ٿو،
ته ائين لڳي ٿو،
جڻ آءُ جيئرو آهيان ان زخم جي وچ ۾،
جيڪو اڃان تازو آهي.

## ختم نه ٿيڻ وارا پل

آءُ هڪ درياءَ جو آواز لڳاتار ٻڌي رهيو آهيان،
ڏنڊلين ۽ نمايان شڪلين جي وچ ۾،
وهندڙ درياءُ،
ڪڏهن ننڊ جي خمار ۾،
تہ ڪڏهن پٽيل اکين سان،
ٻڌترم ورتل دنيا هڪ ڪاري ۽ اڇي
آبشار جيان، پنهنجا ٽهڪ
پنهنجا سڏڪا مٿانهين ڪان،
هيٺائينءَ ڏانهن ڪيري رهي آهي.
منهنجا خيال ٻڪن تہ پيا،
پر اڳتي ڪرڻ ٿا وڏن،
ڪرن ٿا اٿن ٿا، پنتي نهارن ٿا،
۽ جبِ جي جميل پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏين ٿا،
هڪ پل ان کي دهرائڻ سولو هو.
ڪو هڪ جملو دهرائڻ سولو هو،
جيڪو اڪيلو ماڻهو آرسين ڪان خالي ڪمري ۾ ڳالهائيندو آهي،
سو ثابت ڪندو آهي،
تہ هو اڃا جيئرو آهي.
پنهنجي بي وزن هئڻ سان،
رات چوليءَ کي ٿڏڙا ڳهائي رهي آهي،
شڪليون هڪ هڪ ٿي،
پوئتي هٽي رهيون آهن،
لفظ واريءَ سان پنهنجا منهن ڍڪي رهيا آهن،
مناسب وقت اچڻ جي اميد رکڻ وارو
وقت گذري چڪو آهي، گذري ويل ڪالهہ اڄ آهي،
ايندڙ سڀاڻو اڄ آهي،
اڄ پوري جو پورو اڄ آهي،
هي اوچتو پنهنجي ذات مان نڪري،

مون کي ڏسي رهيو آهي،
هي ماضيءَ مان ڪونه آيو آهي،
۽ هي ڪاڏي به نه ويندو،
اڄ هتي ئي موجود آهي،
هن کي موت ناهي،
موت هتان ڪوئي به ڪونه مرندو آهي،
هر ڪو زندگيءَ هتان مري رهيو آهي.
هي زندگي ناهي،
رڳو پلن جو ميڙو ۽ روشن هڪ مستي آهي.
موت جو خالي ذائقو زندگيءَ کي،
وڏيڪ زندگي بخشيندو آهي.
"اُ ڄُ" نه زندگي آهي نه موتُ.
هن جي ڪا شڪل ناهي، ڪو نانءُ ناهي،
اڄ هتي آهي،
منهنجي پيرن تي ڪريل ، مون ڏانهن تڪيندڙ.
آءُ دائري جي وچ ۾ خاموش ويٺل آهيان .
آءُ پنهنجي خيالن کان پري ڪري چڪو آهيان.
آءُ ويٺو آهيان،
۽ مون وٽ ايتري به جاءِ ڪونه آهي،
جو اکيون ڦيرائي ڏسي سگهان،
ماضيءَ جو ڪو به ٽٽل ٽڪرو ڪو نه بچيو آهي،
منهنجو سمورو ننڍپڻ ۽ سمورو مستقبل،
هڪ پل ۾ ويڙهجي آيو آهي.
فرنيچر جا ٽڪرا، ڪاٺيءَ جي ڪپڙن جي پيٽي،
قطار ۾ پيل ڪرسيون،
جن کي ڪنهن جو به اوسيئڙو نه آهي،
بجليءَ جو پکو ، جيتَ،
هر شيءِ پنهنجو پاڻ کي اندران ئي،

بند ڪري ڇڏيو آهي.
آءُ جتان ڪان هليو هيس، اتي ئي اچي ويو آهيان
هر شئي اڄ آهي.
هتي ——— ڏاڍو ڏور.
ٻئي پاسي ساحل ڦهلبا پيا وڃن،
پيار ڀريل نظرن وانگر.
هتي ———
رات پاڻيءَ جي لباس ۾،
هڪ هٽ جي مفاصلي تي،
پنهنجي تصوير لڪٽين جي نمائش ۾ مصروف آهي.
درياءُ جهونگاريندو،
ننڍ جي ڪشادي ميدان ۾ داخل ٿي رهيو آهي،
۽ لفظ آزادي جي پاڙن کي،
آلو ڪري رهيو آهي.
هتي ———
بي پرواهه جسم،
شفاف وڻن جي جهنگ ۾ پاڻ گم ڪري رهيا آهن.
اسان اس ۾ هلي رهيا آهيون.
اسين ٻه ڀاڄا آهيون،
رات کي اورانگهه لاءِ هڪٻئي کي ڪنيون پيا.
چانڊوڪي اسان ڪاڻ پل ٺاهي رهي آهي.
هتي تون چنڊ تان ڪريل،
پٿر تي اڪريل چاتين جي چتر جيان آهين.
اسان اها اڪ آهيون،
جيڪا ڇنيي نه وڃي.
هي پل پنهنجي شڪايت ۾ گرفتار آهي.
سڀ ڪجهه ڀري نڪري ويو آهي.
واپسي جو ڪو رستو نه آهي.

مرڻ وارا مردہ ناھن،
ھڪ پٽ آھي، جنھن جي اک کوہ جيان آھي.
جيئڻ وارا زندہ ناھن.
ھڪ پٽ آھي، جنھن جي اک کوہ جيان آھي.
جيڪي ڪجھ آھي، پاتال ۾ ڪري پيو.
جسم ڳوڙہ ٿي چڪو آھي ۽ خيال بہ.
سڀئي ورھيہ ھڪ پل ۾ جذب آھن.
ھي پل اونھائي ۾ ڪري رھيو آھي،
سان فرانسڪو جي ھوٽل جي ڪمري مان،
بئنڪاڪ پھچي ويو ٿو.
گذرڻ وارو اڄ ڪالھ آھي.
حقيقت اھا ڏاڪڻ آھي،
جا نہ مٿي ٿي وڃي نہ ئي ھيٺ.
اسين حرڪت ۾ ناھيون.
اڄ اڄ آھي ۽ رھندو بہ اڄ.
رات ويلي گذرڻ وارين گاڏين جو شور،
ايندڙ رات ۾ سموئجي وڃي ٿو.
پٽ ۾ سوراخ ڪرڻ اچڻ وڃڻ،
حقيقت جو در بند رکڻ،،
وقت ۾ زير زبر وڃھڻ،
سڀ ڪجھ اڳتي نڪري چڪو آھي.
پتيون گھٽيون آھن.
پاڻيءَ جو ھڪ گلاس پري آھي.
مونکي ھڪ ڪمري مان ٻيو پيرو گذرڻ ۾،
ھزارين ورھيہ لڳي ويندا.
لفظ "زندگي" ڪيڏو نہ پري جو آواز آھي.
مان ھتي نہ آھيان، ھتي جي ڪا حقيقت نہ ناھي.
ھي ڪمرو ٻئي ڪنھن ھنڌ آھي.

آءُ پاڻ کي ٿورو ٿورو ڪري بند ڪري رهيو آهيان
هن پل ۾ داخل ٿيڻ لاءِ مونکي رستو نہ ٿو ملي،
هي پل آءُ پاڻ آهيان.
منهنجو ڪو نانءُ، ڪو چهرو ناهي.
آءُ هتي آهيان، پنهنجي پيرن ۾ ڪريل،
پاڻ ڏانهن تڪيندڙ،
پنهنجي ڏيک جي ڪلپنا رکندڙ.
ٻاهر —
باغ ۾ گرمي تباهي مچائي رهي آهي.
هڪ ڏيڏر رات جي خلاف،
جنگ ۾ مصروف آهي.
ڇا آءُ هتي آهيان؟
ڇا آءُ هتي آهيان؟

## علي احمد سعيد (ايڊونس) ALEY AHMED SAEED (ADONIS)

سيبتو ڪوي علي احمد سعيد جنهن جو قلمي نالو ايڊونيس آهي. سن ١٩٣٠ع ۾ شام ۾ ڄائو.
دمشق يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪيائين.
١٩٥٦ع ۾ ڪن سياسي سببن ڪري لبنان ويو، جتان يوسف الکهال سان گڏجي "شاعر" نالي ادبي پرچو ڪڍڻ شروع ڪيائين. هاڻي "مواکف" نالي پرچو اڪيلي سر ايڊٽ ڪري ٿو.
ايڊونيس جا نظم ظلم ۽ جبر جي ڳالهه علامتي انداز ۾ سلن ٿا. سندس نظمن ۾ ڊيپل رڻ آهي.

### قيديءَ جو نظم

قيديءَ جو نظم ٻڌي، جيلر جو منهن ڪلي ويو.
پر-
جيل جو دروازو کلي نه سگهيو.

### هُو

آهي-
هن کي هڪ ڪاهيءَ وٽ وٺي آيا،
۽ ڪيس ساڙي ڇڏيائون.
هو قاتل نه هو،
هو هڪ آواز هو،
جو اپ جي فاصلن جا ڏاڪا چڙهندو هو.

۽ هاڻي-
هُوهَوا ۾ لڙڪيل آهي.

## منهنجو پيار

منهنجي پيار کي ڪنگڻي يا منڊي نہ چئہ،
منهنجو پيار زور آهي، بهادر آهي،
ڏاڍو خود سر آهي.
سفر تي وڃڻ واري موت کي ڪير ڳوليندو؟
اهو نہ چئہ تہ منهنجو پيار هڪ چنڊ آهي.
مُنهنجو پيارُ-
قاتل وارو هڪ شعلو آهي.

## الوداع

وڃ جون ٽاريون الوداع چون ٿيون،
گلن جا چمڪندڙ پن الوداع چون ٿا.
لفظن ۾ ساهہ کڻڻ واري واچ واري ساهيءَ جهڙا رستا
الوداع چون ٿا.
آشائن پريل پر رڃ ۾ ہڏل جسم،
الوداع چون ٿا.
۽ نظم الوداع چون ٿا.

## خزان لاءِ هڪ آرسي

ڇا اوهان ان عورت کي ڏسو ٿا،
جيڪا خزان جا لاش ميڙي رهي آهي؟

ڇا اوهان ان عورت کي ڏسو پيا،
جيڪا پنهنجو چهرو فرش مٿان رڳڙي رهي آهي؟
۽ پنهنجو لباس،
مينهن جي ڌاڳن سان سبي رهي آهي.
لوڪو!
ڇا فرش تي پيل ڪوئلا سڀ ٻري ويا؟

## تيزيءَ سان وهندڙ رت

آءٌ سپنو آهيان.
هي آواز ڪڏهن ٻه منهنجو ٿي نه ٿو سگهي.
تون لاش کي پيو ٻاهر پو ڇڪين.
آءٌ قتل گاهه واري تهذيب مان،
وهندڙ رت آهيان.
پرندڙ روشن موت.
ٻاهه جي اُڄَ اجهائڻ وارو موتُ.
هوا وانگر،
ان جي ڇهري جي ڇوڏس،
ڪنهن ٻئنسري وانگر ديوانو آهيان.

## فضَل حُسنو ڊيڪ لارڪا (FAZAL HUSNU DEGLARCA)

فضل حسنو ترڪيءَ جو برڪ شاعر آهي. اهيءُ ١٩١٣ع ۾ استنبول ۾ ڄائو. ١٩٣٥ع ۾ فوج ۾ آفيسر ٿيو پر ١٩٥٠ع ۾ فوجي نوڪريءَ تان ڪن سببن ڪري استعفا ڏنائين اڄڪلهه ڪيس ڪتابن جو دڪان آهي. فضل حسنو جا نظم هونءَ تہ سادا آهن پر انهن ۾ معنيٰ اندروني رکيل آهي، جيڪا ٿورو سوچڻ سان سمجهہ ۾ اچي وڃي ٿي.

### تحفو

رات آهي،
خدا جو تحفو،
آنڌي لاءِ.

### نرم

هڪ بکايل ماڻهو جو وات،
مانيءَ ڪي،
زندگي بخشيندو آهي.

### رڙ

هر ڏينهن-
هر رات-
مون کي ڏسن ۾ ايندر آهي،
تہ آسمان خدا جي رڙ آهي.

### مقبري تي

جڏهن ڪجهه ڪريان ٿو،
هو آهي.
جڏهن مان ڪجهه ڳالهايان ٿو،
هو ڪو نه آهي.

## پڙنڪ

ڇا ڪتا،
پڙنڪي پڙنڪي،
ڊرتيءَ کان
خاموشي کسڻ چاهين ٿا؟

## ڦهريون ڏوهه

ڦهاڙ خنجر هنيو،
پره ڦٽيءَ ڪي-
رات جي سونهن؟

## بي اعتبار

جڏهن چپ آهن،
ڪين چئُ زبانون ئي نه آهن.
جڏهن ڳالهائن ٿا،
ڪين چئُ منهن ئي نه آهي.

## گهٽو ڪجهه

هڪ پار هڪ صوف آهي، ٻن حصن ۾ ڪٽيل،
سائي زمين مان،
ڳاڙهي اڀ مان-

## فروغ فرخ زاد (FROGH FARKH ZAD)

(١٩٣٣- ١٩٦٦) جڏهن دنيا جي پهرين عاشق سورج پنهنجا ڪرڻا تهران جي هڪ ڪشادي روڊ تي پرسان واري هڪ خوبصورت گهر مٿان قٽا ڪيا، تڏهن ان گهر ۾ برک ۽ ڏاهي شاعره فروغ فرخ زاد جنم ورتو اهو گهر هڪ آرمي ڪرنل جو هو.

فروغ فرخ زاد گڏين راند ڪيڏندي، پوپٽ پڪڙيندي نيٺ پرائمري اسڪول جي بينچن تائين آئي ۽ اتان ٽپندي نيٺ هاٽي اسڪول ۾ پهتي، پر ڪن ان تر مجبورين سبن ڪري هاٽي اسڪول جي تعليم ڪنهن اڌوري سپني جيان اڌوري رهجي ويس، سورهين ورهين جي سهڻي جوانيءَ ۾ سندس وهانءُ هڪ سرڪاري ملازم سان ٿيو. وهانءُ جي هڪ سال ڪان پوءِ سندس نظمن جو پهريون ڳٽڪو(Captive) شايع ٿيو، ان مهل هن جي عمر سترهن ورهيه هئي.

فروغ فرخ زاد جڏهن پنهنجي ور سان گڏ ايران جي شهر"آهواز" ۾ رهڻ لڳي، تہ هن جي اتي پنهنجي ور سان ڪن گهرو ڳاليهن تي اڻبڻت ٿي پيئي ۽ هن نہ پٺي چاهيو تہ سندس جيون جهنم ٿئي.، ان ڪارڻ پنهنجي مڙس ڪان طلاق ورتائين، ان ۾ فروغ فرخ زاد جو ڳل جهڙو نينگر سندس مڙس تهران ڏانهن ڪٺي ويو ۽ پاڻ اتي ئي رهڻ لڳي ۽ پوپٽ جي پرن جهڙا سهڻا نظم سرجيندي رهي. فروغ فرخ زاد جي سهڻي ۽ سيتسي نهجي وارن نظمن ايران جي نيڪن ڪي چرڪئي ڇڏيو.

فروغ فرخ زادي زندگي جا باقي ڪرڙا ۽ ڪسارا ڏينهن نظم لکڻ ۽ دنيا جو ادب پڙهڻ ۾ گذارڻ لڳي، سندس من ڪنهن پکشوءَ جيان اداسيءَ جي ناسي رنگ ۾ ويڙهيل هو ۽ نيٺ اداسيءَ جو ناسي رنگ قٽي پيو ۽ هڪ موٽر ڪار جي حادثي ۾ ٣٢ سالہ فروغ فرخ زاد زندگي کي الوداع ڪيو. فروغ فرخ زاد جي لاڏاڻي ڪان پوءِ ٽي نظمن جا ڪتاب (the wall) ، (rebellion) ۽ (let us have faith) شايع ٿيا.

فروغ فرخ زاد جي شاعريءَ جي ڪينواس تي عورت، جبر، ظلم، سونهن، سوپيا ۽ سپنن جا انيڪ رنگ وکريل آهن.)

## ڪلپنا

مان اماس رات جي ڳالهه ڪريان ٿي
ظلم جي ڪاري رات جي ڳالهه آهي.
منهنجا سڄڻ!
جڏهن تون منهنجي گهر ڏانهن اچين
ته تو سان گڏ هڪ ڏيئو ضرور هجي
۽ هڪ دري به هجي، جنهن مان رڳو ليئو پائي
گهٽيءَ ۾ ڏسي سگهان،
ته منهنجي گهر پرسان ئي ڪجهه ماڻهون اهڙا به آهن،
جيڪي خوش آهن.

## شاعري

شاعري منهنجي لاءِ هڪ ساهيڙيءَ جيان وانگر آهي،
جنهن اڳيان مان پنهنجي من جو سمورو بارُ ڦٽو ڪندي آهيان،
هي منهنجي اها سائڻ آهي، جا مون کي مڪمل بڻائي ٿي.
شاعري منهنجي لاءِ ان دريءَ وانگرآهي،
جنهن جي وِيجهو وڃان ته پنهنجو پاڻ ئي کُلي وڃي
مان دريءَ ۾ ويهندي آهيان، ڏسندي آهيان، ڳائيندي آهيان، روئندي آهيان،
وڻن جي منظر ۾ گم ٿي ويندي آهيان، منظر جو حصو بڻجندي آهيان.
دريءَ جي ٻئي پاسي وسعت آهي
۽ ڪوئي ٻڌندو رهندو آهي.
شاعري مون لاءِ بربادي‌ءَ جو ڪم آهي. ذميواري آهي،
جيڪا منهنجي لاءِ منهنجي پاران سونپيل آهي.
هيءَ هڪ جواب آهي، جيڪو مان پنهنجي سواليه زندگيءَ کي ڏيندي آهيان.

مان شاعريءَ ۾ ڪجھ بہ نہ ڳوليندي آهيان.
رڳو پنهنجي نظمن ۾ پنهنجو پاڻ دريافت ڪندي آهيان.

## اونداهي رات

اونداهي رات ۾ مون تو کي سڏ ڪيا.
اماس رات هئي ۽ چوڌس چپ چپات هئي.
هوا جي جهوٽن سان پردو ڍڪي رهيو هو
آسمان ڍڪيل هو.
آسمان ۾ پري ڪٿي هڪ تارو چمڪي پيو
تارو هلي پيو، تو کي سڏ ڪيا.
مان پنهنجو پاڻ، هٿن ۾ هڪ جام جيان جهلي ويٺي هيس.
مان دريءَ مان ڏسان پئي وچوڙي جا اولڙا.
جو هڪ گيت دونهين وانگر آيو ۽ پٽين منجھ لهي ويو.
سڄي رات ڏڪندڙ سيني سان، ڪوئي سڏڪا پربندو رهيو.
هَر هَر اُٿي بيقراريءَ منجهان تو کي پڪاريندو رهيو.
پر اماس ۾ بن سخت ۽ ٿڌن هٿن ان کي گهٽي ڇڏيو.
اونداهين راتين ۾،
ڪارن وڻن جي ٽارين مان دکُ ڇلڪندو رهيو.
هوا جو هر جهوٽو ڪاري وڻ جي زلفن ۾ مٽي پريندو رهيو.
اهو بد بخت وڻ هوا تي مرندو رهيو.
۽ هوا جي جهوٽن کي پيار ڪندو رهيو.

## ڪرسٽياني آلرٽ (CHRISTENANE AALRIT)

(جَديد جد من نظم ۾ ڪرسٽناني جو اهم ڪردار آهي. هن شاعره پنهنجي نظمن ۾ زندگيءَ جي نفيس احساسن کي ڏاڍي سيبتي نموني لکيو آهي. هن جو شمار جرمنيءَ جي برک شاعرائن ۾ ٿئي ٿو)

## نظم

جڏهن ڪارا ڪکر مونکي اداس ڪندا آهن،
تہ منهنجو وس انهن تي نہ هلندو آهي-
پر،
آءُ ڪنهن ڇت هيٺان پناه وٺي سگهان ٿي،
جيئن مينهن مون کي،
چوٽيءَ کان وٺي کڙين تائين آلو نہ ڪري-

## نظم

هر ڏينهن هڪ خالي ڪمري وانگر آهي.
جيتوڻيڪ ان جي سجاوٽ اسان مٿان، ڇڏي ويئي آهي،
پر پوءِ بہ،
ڪافي فرنيچر پهريان کان ئي رکيل آهي-

## نظم

تن ڏينهن ۾ مونکي پنهنجو وات بند رکڻو پيو هو،
جڏهن وڏا ڳالهائيندا هئا.
آءُ ان ڏينهن جي واٽ نهاريندي هيس،
جڏهن مون کي ڳالهائڻ جي اجازت ملندي.
پر هاڻي مونکي لفظ نہ ملندا آهن.
۽ مونکي سمجھہ ۾ نہ ايندو آهي،
تہ مونکي ان زماني ۾ ڳالهائڻ جي اجازت ڇو نہ هئي،
جڏهن تہ مونکي ننڊ پڻ ۾ بہ سئو ڪوڙ ڳالهائڻ ايندو هو-

# ايرڪا جونگ (ERICA JONG)

(ايرڪا جونگ جو شمار آمريڪا جي ادب ۾ وڏين ليکڪائن ۾ ٿئي ٿو. سندس نظمن جي پهرئين مجموعي (Poems of Love) ڪاٿ اوچو ڪري ڇڏيو. هيل تائين ايريڪا جو نگ جا پنج شاعري جا مجموعا ۽ ٽي ناول شايع ٿي چڪا آهن، جن جي وڪري هڪ رڪارڊ قائم ڪيو آهي.
ايريڪا جو ناول(FEARUF FLXING) ڏامر جو خوف ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪو آهي-)

## نظم

اسين خواب ڏسون ٿا،
۽ پنهنجي زندگي جو ٿلهو ڪتاب پڙهون ٿا.
خواب ڏسندڙ اکين جا ڇپر ڇنيڻ بنائي،
صفحن تان گذرن ٿا.
شاعريءَ جي ديوي اسان جي خوابن مان لنگهي، لکندي آهي،
۽ اسانجي زندگيءَ جا خواب ڏسندي آهي.
ڪتاب جا پنا ڦاٽل،
اکر اڻ ڇنا آهن.

## نظم

هو ننڊ ۾ ترڪي پئي ٿو،
۽ ننڊ کان پري نڪري رهي ٿو،
هو، هن جي خواب ۾ ٻڏي رهي ٿو،

۽ هن جون اکيون بدلجي وڃن ٿيون،
هو، جنهن عورت جو خواب ڏسي ٿو،
سا ساٿس ڪڏهن به ڪو نه ملي آهي.

## نظم

اسان هڪ پهاڙ تي ويٺي،
پنهنجي روحن جو اوسيئڙو ڪندا آهيون،
جيڪي پٺ تي رهجي ويا.
اسان کي سفر ڪندي هڪ وقت ٿي ويو آهي،
اسان جي پٺيان ڪتابن جو جهنگ آهي.
اهڙا ڪتاب جن جا ورق پنن جيان ساوا آهن.
هڪ خوني سج افق تي آهي.
اسان جا روح ڏاڍا سست آهن،
اهي اسان جي پاڇن کان پوئتي هلندا آهن.
هو ناچ نه ڪندا آهن.
هنن جي سموري سگهه،
اسان جي پيروي ڪرڻ ۾ گذري وڃي ٿي.
ڪڏهن نه اسان ڏاڍو تيز ڊڪون ٿا،
يا شهرت جي ڏاڪڻ جا پاروٽا ڏاڪا،
چڙهڻ لڳون ٿا،
اسان جا روح ڇاڻن ٿا،
ته هيءَ ڏاڪڻ ڪنهن منزل ڏانهن ڪو نه وٺي وبندي.
اسان کان وڇڙڻ جو خوف،
هنن لاءِ ڪا به پريشاني پيدا نه ٿو ڪري.

## جاويد شاهين. (JAWED SHAHEEN)

مهل اُتاريندو آهي، جنهن ويلي ماڪَ سائي ڇپرَ مٿان پوندي آهي.
جاويد شاهين، اڄڪلهہ مظفرگڙهہ جي ضلع ڪائونسل ۾ چيف آفيسر آهي، سندس هيل تائين چار ڪتابڪا شايع ٿيا آهن. جاويدجا نظم سادا ۽ سرت ڀريا آهن، وڏي ڳالهہ تہ زندگيءَ جون ڳالهيون سَلن ٿا ۽ زندگيءَ کي ڇُهن ٿا)

## ٽوري مُرڪَ

ٽوري مرڪ
ڪٿي رکي ڇڏجانءِ
تنهنجي ڪم اچي ويندي.
ڪنهن شاگرد جي ٿيلهي ۾، رجهي ڇڏجانءِ
ماستر تائين پهچي ويندي،
هڪ ٽٽل رشتو ڳنڍجي ويندو.
گهرَ واريءَ جي ڇپن تي رکي ڇڏجانءِ.
سچو جيون، ڪجهہ بہ نہ گهرندءِ
آفيس ڪٽي وججانءِ،
فائيلن ۾ لڪائي،
آفيسر ڏانهن موڪلي ڇڏجانءِ،
سڄي آفيس دُعائون ڪندءِ.
ڪنهن غريب کي ڏئي ڇڏجانءِ،
وڪڻي، ماني کائيندو.
گهر جي چانئٺ تي رکي ڇڏجانءِ

ايندڙ ڏينهن لاءِ،
شايد اهو ڏسي وٺي،
۽ ڪٿي وٺي.

## مون ڪي ٽورو وقت گھُرجي

مون ڪي واندڪائي گهرجي،
دريءَ مان ايندڙ اُس جيتري،
۽ سڪون،
پٽ تي ويٺل پکيءَ جي پاڇي جيترو.
رڳو هڪ نظم لکڻ لاءِ،
انهن ڏينهن جي ياد ۾،
جيڪي ماريا ويندا آهن،
ڪنهن سٺي موسم جي خبر ڏيڻ جي ڏوهه ۾
۽ دفن ڪيا ويندا آهن،
سانت ۾،
ڪيلنڊر ۾ جاءِ والارڻ کان اڳ ۾.
مون کي ٿورو وقت گهرجي،
گمنام شهرن جون يادگارون تعمير ڪرڻ لاءِ
هڪ نظم لکڻ لاءِ.

## آءُ جتي بيٺو آهيان

آءُ جتي بيٺو آهيان
اتان کان پوئتي هٽڻ جي،
وڌيڪ گنجائش ڪونهه آهي.
هيءَ آخري حدَ آهي،
دنيا سان ٺاهُ ڪرڻ جي،
وڌ کان وڌ قيمت آهي، زندهه رهڻ جي،

هتان کان هڪ قدم جو چرڻ،
مون کي خلا ڏانهن ڌوڪيندو،
ڪنهن گهري کڏ ۾ اڇلائيندو،
هتي لنڪيل رهڻ منهنجي مجبوري آهي،
جو اڳتي وڌڻ لاءِ،
ڪنهن سپني جي ضرورت آهي
جڏهن ماڻهو هن حالت ۾ هجي،
ته سپنو ڪيئين ٿو لهي سگهي؟
منهنجا ٻه سپنا هيا -
انصاف ۽ آزادي،
اهو ڄاڻان به پيو ته اهي، هتي ڪونه آهن،
پر آءٌ انهن کي ڳوليندو رهيس،
انهن لاءِ لڙندو رهيس،
عزت سان رهڻ لاءِ،
منهنجو خيال هو ته أهو ماڻهو
پيدا ئي نه ٿيو آهي،
جيڪو عزت سان رهڻ چاهي
هن دنيا کي رهڻ لائق بڻائي،
آءٌ ان ماڻهوءَ جي،
تخليق ڪندو رهيس،
پر آءٌ انهن ماڻهن کي وساري وينس
جيڪي منهنجي پيرن کان،
زمين ڪيڻ ۾ مصروف هئا.
منهنجي ڇت جي شهتير مان،
مون لاءِ سولي ٺاهي رهيا هيا.
انهن مون کان، منهنجون اکيون ورتيون
هڪ ضرورت مند جي نانوَ تي،
۽ مون کي ٻنهي سپنن کان،

محروم ڪري ڇڏيائون اُهي مون کي پڪڙي، هتي وٺي آيا،
جتان کان پوئتي هٽڻ جي،
وڏيڪ گنجائش ڪونہ آهي
ڏينهن پنهنجي روشنيءَ جي نشي ۾ ٻڏل آهي.
پکي اُڏرن پيا،
انهن جي پرن جي سُر سُر،
مون کي جهڪڙي رهي آهي. مون کي سمجهائي رهي آهي
تہ:
هلڻ لاءِ زمينَ جو هئڻ ضروري ناهي.
۽ سپنا -
بنا اکين جي بہ ڏسي سگهجن ٿا.

## ڏينهن

ڏينهن هر صبح جو،
منهنجي گهر جي سامهون وارن،
وڻن جي چوٽين تان،
زمين تي لهندو آهي،
آءٌ دريءَ کان ڪيس ڏسندو آهيان،
هُن جو آڌرياءُ ڪرڻ لاءِ نڪرندو آهيان
پر منهنجو گهر کان نڪرڻ ۽ وڻن تائين پهچڻ ۾
شام ٿي چڪي
پاڻ سان گڏ وٺي وڃي چڪي هوندي آهي.

## يانيس رِٽسوس (YANNIS RITSOS)

يونان جو سيبتو شاعر يانيس رٽسوس، يوناني شاعريءَ ۾ هڪ وڏي حيثيت رکي ٿو. ١٩٣٦ع ۾ هن جي هڪ ڪتاب کي يونان جي شهر”سٽلونيڪا“ ۾ ان ڪارڻ جلايو ويو جو هو ڪاڀي ڏرسان لاڳاپو رکي ٿو. ٻي جنگ عظيم ۾ قومي مزاحمتي تحريڪ ۾ حصو وٺڻ ڪري رٽسوس ڪم زندگيءَ جون اهي پينٽنگس آهن، جن کي اسين ڏسندا آهيون ۽ يانيس لکندو آهي.

## ڪنيار

هڪ ڏينهن جڏهن هو دلا، گلدان ۽ ٿانوَ ٺاهي چڪو،
تہ ڪجھ مٽي اَجان بچي پئي.
هن ڳوري ۽ سخت ڇاتين واري عورت ٺاهي.
هن جو ذهن ڀٽڪڻ لڳو. هو دير سان گهر موٽيو.
هن جي گهر واري ڀٽڪڻ لڳي،
هن جواب ۾ ڪجھ بہ نہ ورائيو.
اڳلي ڏينهن هن ٻي مٽي بچائي ۽ ان جي اڳئين ڏينهن ان کان وڌيڪ مٽي بچائي.
هو گهر ڪونہ موٽيو.
هن جي گهر- واري هن کي ڇڏي وئي
هن جون اکيون جلنديون آهن. هو اڌ-اگهاڙو آهي،
هن چيلھ جي چوڌس هڪ ڳاڙو انگوچو ٻڌي ڇڏيو آهي.
هو سڄي رات مٽي جي عورتن سان سُتَلُ هوندو آهي.
صُبح سويلَ ڀَترِيويان توهان هن کي ڳائيندي ٻڌي سگهو ٿا.
هن چيلھ وارو ڳاڙهو انگوچو لاهي ڇڏيو.
اگهاڙو، صفا اگهاڙو!
۽ هن جي چوڌس،

خالي دلا، خالي گلدان، خالي ٿانو،
۽ ڇهاڙيل ڇاتين واريون،
سهٽيون، انڌيون، گونگيون، ٻوڙيون عورتون آهن

## نظم

هن ٻنهي هنڌن ۾ عجيب بي جوڙ شيون،
ڳولي ڳولي ڪنيون آهن.
هڪ پٽر، ڇت جي ٽائيل جو هڪ ڪربلُ ٽُڪَرُ،
سامهون واري پٽ جو زنگيلُ ڪوڪو،
دريءَ ڪان اُڏامي آيلُ هڪُ پنُ،
پاڻي ڏنل ڪونڊيءَ مان وهندڙ قطرا،
هڪُ ڪکُ، جنهن کي هوا تنهنجن وارن ۾ اٽڪايو هو.
اهي سڀ شيون ڪڏائي گهر جي پٺئين پاسي،
تقرياً هو هڪ وڻُ ٺاهي ٿو.
شاعري ان تقريبًا ۾ آهي،
ڇا تون ان کي ڏسي سگهين ٿو؟

## ٽيون

هو ٽيٺي دريءَ وٽ ويٺ سمند کي ڏسي رهيا هيا،
هڪ سمنڊ جون ڳالهيون ٻڌائي رهيو هو،
ٻيو ٻڌي رهيو هو.
ٽيون نه ڳالهائي رهيو هو، نه ٻڌي رهيو هو.
هو ڏاڍي گهري سمنڊ ۾ هو، هو تري رهيو هو.
دريءَ جي شيشن پريان شَفَف هلڪي نيري رنگَ ۾ ،
هن جون حرڪتون آهستي ۽ واضع هيون.
هو هڪ ٻڏل جهاز کي ڳولي رهيو هو.

هن مُرده گهنٽي وڄائي. اوچتو.
"ٻڏي ويو؟" هڪ پڇيو
ٻيو وراڻيو: "ٻڏي ويو"
ٿيون سمنڊ جي تهه مان هنن کي ٻيوسيءَ مان ڏسي رهيو هو،
جيئين ڪوئي ٻڏندڙ ٻرڙ ماڻهن کي ڏسندو آهي.

## نظم

گلابي نارنگي سجُ ٻڏي ويو
سمنڊ اونداهو، گهرو سائو.
ڏاڍو ڏور هڪ ٻيڙي.
هڪ ڪارو، لُڏندڙ نشان.
ڪوئي پنهنجي جاءِ تان اُٿيو ۽ رڙڪيائين:
"ٻيڙي! ٻيڙي!"
قهوه خاني مان سڀُ ڪرسين تان اُٿيا ۽ ڏٺو.
واقعي ئي هڪ ٻيڙي هئي.
پر جنهن رڙ ڪئي هئي، جڏهن هنن جي عجيب نظرن ۾ پشيمان ٿي هيٺ ڏسڻ لڳو،
۽ جهيڻي آواز ۾ چيائين.
"مون اوهان سان ڪوڙ ڳالهايو هو"

## ساڳي رات

جڏهن هن پنهنجي ڪمري جي بتي ٻاري،
ته هن هڪدم ڇاڻي ورتو،
ته هو ساڳيوئي آهي، پنهنجي جاءِ ۾،
رات جي بي ڪناريءَ ۽ اُن جي ڏکيين تارين مان ڪٽيلُ.
هن آرسيءَ اڳيان وڃي پنهنجي تصديق ڪئي،
پرهي ڇاپيون کهڙيون هيون،

جيڪي هڪ گندي ڊاڳي ۾ پڌلَ مُن جي ڳچيءَ ۾ لڙڪيل هيون؟

## ياد

ان زائفائي اوور-ڪوٽ جي کيسن ۾
رڳو هڪ گرم خوشبورهجي ويل آهي.
ورانديءِ ۾ ٽنگيل اوور-ڪوٽ، هڪ هنايل پردي وانگر پيو لڳي. ان
ڪانپوءِ جيڪي بہ ڪجھ ٿيو سو ہئي وقت ٿيو.
روشنيءَ چهرا بدلائي ڇڏيا، سڀُ اڻ- چاتل.
۽ جيڪڏهن ڪو گهر ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش
ڪندو تہ هي نالي اوور ڪوٽ ڪوڙاڻ مان پنهنجي ٻانهن مٿي ڪري،
خاموشيءَ سان دروازو وري بند ڪري ڇڏيندو.

## هڪ اڪيلي ماڻهوءَ جي رات

هڪ اڪيلي ماڻهوءَ جي ڪمري جو فرنيچر
ڪيڏي نہ اداس هوندو آهي.
ميز.
هڪ جانور جيڪي سيءَ ۾ سيڙجي ويو هجي.
ڪرسي.
هڪ ٻار جيڪي برف ۾ جهنگ ۾ وڃائجي ويو هجي.
صوفو.هڪ اگهاڙو وڻ جنهن کي تيز هوا هڪ پيرو پيهر
پڌر ۾ ڪيرائي ڇڏيو هجي.
ان جي ٻاوجود هائي ٿوري دير ۾
هتي اڪيلائي هڪ گولا ۽ شفاف خاموشي ۾ تبديل ٿي ويندي،
هڪ اهڙي خاموشيءَ ۾ جيڪا مير بحرن جي ٻيڙيءَ جي
شيشي واري ڊول ۾ هودي آهي.
جنهن جي خلا ۾ اوهان تلخ تجربن جي ٽڪ ۾ ڇهي ٿي ويل ڇبلهہ سان

ڏسي سگهو ٿا
سمنڊ جون چمڪدار روشن گهرايون،
۽ ان جي چري جهڙين نيرين ڪڏن ۾
حيرت ۾ وجهندڙ ساموندي ساوڪ.
بي شمار گلابي رنگ جون لاپرواه مڇيون.
انهن جي آزاد ۽ بي فڪر حرڪتن ڪي
چڱي جهڙ ڏسڻ ڪانپوءِ ٻ اوهان فيصلو ڪري نہ سگهندا
تہ هو ڇپ ُ هٽي وينيون آهنِ
يا نئين وسعت پيون ڳولين.
پناه ۾ آهنِ
ياسپنا پيون ڏسن.
هنن جو اکيون ايتريون ڪليل آهن.
جي ڀوتيل پيون نظر آچن. انت ۾
ڪوبہ تجزيو ڪرڻ سان فرق ڪونہ ٿي پئي.
ڇا اهو ڪافي نہ آهي تہ.
هنن جي حرڪتن ۾ سونهن آهي يا شايد
هنن جي سونهن سانتِ جهڙي آهي

## هوا

دريءَ جي سامهون سورج مکيءَ جا وڏا وڏا گل
ڪچي رستي تي گهوڙن جي ٽاپڪين ڪري اٽندڙ رئي.
هوءَ اتي اداس ۽ منتظر بيٺل آهي
هن جي چهري تي ڦوليل روشني
سورج مکيءَ جي گلن جي آهي.
اوچتو هوءَ ٻانهون کولي
هوا پٺيان ڊوڙڻ لڳي ٿي.
هوءَ گهوڙي، سوار جي ترپي سيني سان لڳائي ٿي

۽ دري بند ٿي ڪري ڇڏي.

## صبح

هن دريءَ جا تاڪ کوليا
هن پڙداپري ڪيا.
هڪ جهرڪيءَ سڌو هن جي نيڻن ۾ نهاريو
"مان اڪيلي آهيان" هن سر ٻاٽ ڪيو
"مان زنده آهيان"
هوءَ ڪمري ۾ داخل ٿي،
آئينو به هڪ دري آهي
جيڪڏهن مان ان مان ٽپو ڏيان
ته پنهنجن ئي ٻانهن ۾ ڪري پوندس"

## سؤنپڻ

هن دري کولي
هوا جو تيز جهونڪو هن سان ٽڪرايو.
هن جا زلف هن جي ڪلهن مٿان
ٻن وڏن پکين جيان آهن،
هن دري بند ڪئي
ٻئي پکي تي ڪريا ۽ هن ڏانهن تڪڻ لڳا
هن انهن ۾ منهن لڪايو
۽ خاموشيءَ سان روئڻ لڳي.

## سمهڻ کان اڳ

هن صفائي ڪئي، ٿانوَ ڌاتا،
۽

هر شيءِ خاموش آهي.
هن سمهڻ لاءِ چپل لاٿي،
هُوءَ بستري ڏانهن ڪونه وئي،
هوءَ بستري جي ڪنڊ وٽ بيهي رهي.
ڇا هوءَ وساري ويٺي ته هن جو
ڏينهن پورو ٿي چڪو آهي؟
ڪمرو ڪجهه ٺيڪ ناهي،
نَه بسترو، نَه ميز.
اهَ ڇاٽائيءَ ۾ هُوءَ ليمپ جي سامهون
وِرانگهه پري ٿي،
سوراخُ ڳولڻَ لاءِ.
هن کي ڪوبه سوراخ ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي.
شايد پٽِ ۾، شايَد آئيني ۾،
جنهن مان هن کي رات جي،
ڪونگهرِي جو آواز پڌڻ ۾ پيو اچي.
بستري تي ورانگهه جو اولڙو،
ائين پيو لڳي، جڻُ تڏي پاٽيءَ ۾،
ڪنهن انڌي هيڊي مڇيءَ
جي رستي ۾ ڪو ڄارُ اچي ويو.

## ڇوٽڪارو

راتيون- زوردار طوفان.
اڪيلي عورتَ ڇوليُن کي، ڏاڪا چڙهندي ڏٺو.
هنَ کي خوفُ آهي تہ،
اهي ڇوليون ڏاڪا چڙهي ايندريون،
بَتي وسائي ڇڏيندريون،
بستري تائين پهچي ويندريون.

تڏهن سمنڊ ۾ ٻتي
هڪ ٻڏندڙ ماڻهوءَ جي مٺي وانگر هودي
جنهن ۾ رڳو هڪ هيڏو خيال هوندي.
اهوئي خيال هن کي بچائي ٿو.
هو ڇولين کي لهندو ٻڏي ٿي.
ميز تي رکيل ٻتيءَ ڏانهن
تڪي ٿي.
اُنَ جي شيشي تي،
لوڻَ جي هلڪي تهه آهي.

## هينز بينڊر (HAINZ BENDER)

### نظم

هڪ ڇُري اسانجي ڊبل ڪي،
ٻن هڪجيترن حصن ۾ ورهائي ٿي.
آءُ اُن جاءِ تان پيئان ٿو،
جتان تنهنجي چپن گلاس کي ڇهيو هو.
منهنجي جوتن ۾ هلُ،
تنهنجو ڪوٽُ مونکي گرمُ ڪندو.
جڏهن سيارو ايندو آهي،
اسان هڪ اک مان روئيندا آهيون.
شام جو اسين دروازو بند ڪري ڇڏيندا آهيون،
اسان جي ننڊَ ۾ تنهنجا سپنا،
منهنجي سپنن ۾ هليا ايندا آهن،

## نظم

چورن جي حوالي،
مون پنهنجو گهر ڪيو،
ڪوڙن کي مون ووٽَ ڏنا.
قاتل منهنجيءَ ننڊَ تي،
پهرو ڏئي رهيا آهن.

## نظم

ٻار روڊ تي،
"جنگ" راند ڪيڏي رهيا آهن،
جلدُئي جڏهن هو وڏا ٿي ويندا،
تہ جنگ هنن سان ڪيڏندي.

## ايرش فريڊ (ARISH FRAID)

### ”نظم“

ڇوڪراڪل مذاق ۾،
ڏيڏرن کي پٿر هڻي رهيا آهن.
پر
ڏيڏر سنجيدگيءَ سان مري رهيا آهن.

### ”نظم“

هن جو چوڻ آهي ته
هو زنده آهي،
۽ اُن جو ثبوت ڏئي ٿو
هو اهو چئي
ته هن ماني کاڌي
هو کليو
هن پاڻي پيتو
۽ کجهه ٿئي ها ته هوروئي به ها.
ان مان کجهه به ثابت نه ٿو ٿئي
اهو سڀ کجهه
مڙلن به ڪيو هو.

## شاعره: ڪرسٽا ڊئنس (CHISTA DAINISH)

### "نظم"

آءُ هوا کي سڏ ڪريان ٿي:
"هوا! مونکي وراڻي ڏي "
هوا مون کي چئي ٿي.
"آءُ توسان گڏ آهيان."
آءُ سج کي سڏ ڪريان ٿي.
"سج! مون کي وراڻي ڏي."
سج مونکي چئي ٿو
"آءُ توسان گڏ آهيان."
آءُ ستارن کي سڏ ڪريان ٿي:
"ستارو! مونکي وراڻي ڏيو."
ستارا مونکي چون ٿا.
"اسين توسان گڏ آهيون."
آءُ انسانن کي سڏ ڪريان ٿي.
انسانو! مونکي وراڻي ڏيو"
پر چوڏس سانت ڇانيل آهي،
۽ ڪوئي به مونکي جواب نه ٿو ڏي.

## چي ماڪا تاوا (CHIMA DATAVA)

### نظم

سياري ۾، خاموش ۽ بي حرڪت ويٺل جانور وانگر،
آئون پنهنجون اکيون بوٽيان ٿو.
وڏين چٽين مٿان ۽ ننڍين چٽين مٿان،
برف ڪري رهي آهي.
منهنجي اوني سئيٽر مٿان،
برف ڪري رهي آهي،
منهنجي اکين جي ڇپرن مٿان،
برف ڪري رهي آهي،
رات مٿان،
رات ڪري رهي آهي.

## هيٽو مارو (HITO MARO)

### ”نظم“

خالي پهاڙن ۾“
سُکل پن هوا ۾ اُڏرن پيا،
۽ هڪ اُنَ ڇوڪريءَ بابت،
سوچان پيو،
جيڪا، هتي ڪرڻ آهي،

### ”نظم“

تنهنجا وار اڃا ٽيندا پيا وڃن.
جيڪڏهن تنهنجي دل پرجي وڃي،
ته انهن کي منهنجي چو ڏس،
ڏاڪن وانگر ويڙهي ڇڏجانءِ.
۽ انهن کي،
ڏار ڪرڻ نه ٿو چاهيان،

## شن ڪچي تاڪا هاشي (SHINCICHI TAKAHASHI)

### منهنجو جسم

منهنجي جسم جا ٽڪرا ٽي چڪا آهن،
آمريڪي ڪجيءَ جي وڻ وارا پريل ۽ ساوا پن،
منهنجا هٿ پير آهن،
جي هوا ۾ لڏن ٿا.
شوخ رنگن واري اڏرندڙ پوپٽ پرن ۾،
منهنجون اکيون موجود آهن.
مستقبل ڏرتيءَ جي متحرڪ پٽ ۾،
گهريلُ آهي.
هڪ ڪتو ڌرتيءَ سان ڳوڙهارو آهي.
ديوتا ان جي اُرهَن کي چوسي رهيو آهي
هرهڪُ اُرهُ،
ڳاڙهي پينسل جي چنهنب جيترو آهي،
آءُ باهِ ۽ پاڻيءَ ۾،
ترندو رهيو آهيان
هڪ هوائي جهاز،
منهنجي ڦهليل ٽنگن وچ مان،
اڏري ويو.
آسمانُ
منهنجو جسم آهي.

## ڊورزن گيمبوياف (DORZHIN GAMBOZHAR)

### نظم

آءُ هن سان ڪوهه تي مليس،
۽ ٻڪرين کي پاڻي پيئارڻ ۾ مدد ڪئي.
چوڻ چاهيو هيم: ”تون مونکي سٺي لڳندي آهين.“
پر چپن مان رڳو ايترو ئي چئي سگهيم: ”تنهنجي پيءُ جا ڪهڙا حال آهن؟.“
دل جي ڳالهه زبان تي نہ آڻي سگهيم،
پر اکيون ملائڻ جي سگهه ٿي هئي.
هوڏي پيار جي هئڻ جو اشارو ڪو نہ هو،
پر ٺڪرائڻ جو انديشو بہ تہ نہ هو.
آءُ هن سان ڳوٺ کان ڇڳو پري مليس.
۽ ڪاٺيون ميڙڻ ۾ هن جي مدد ڪئي.
مون چوڻ چاهيو هو: منهنجي محبوبہ.“
پر ماٺيڻي آواز ۾ اهوئي چيم: ”تنهنجي امڙ جا ڪهڙا حال آهن؟“
پيار جو اظهار نہ ڪري سگهيم،
تقريباً مرڪيس.
هوڏي جوابي مرڪ جو نشان نہ هو،
پر مغروري ۽ انڪار هئڻ جو بہ تہ خطرو نہ هو.
آءُ هن سان سندس گهر ۾ مليس.
هوءَ ڏاڏي ڏيان سان وار ڇوڙي رهي هئي.
مون چوڻ چاهيو هو: ”آءُ توسان پيار ڪندو آهيان“

پر رڳو اهو چيم: "۽ تنهنجي ننڍي ڀاءُ جا ڪهڙا حال آهن؟"
هوءَ اوچتو مرڪي پئي ۽ چوڻ لڳي:
"اهو خوش آهي ۽ اهو ٻہ خوش آهي، جيڪو امان جي پيٽ ۾ آهي"
۽ شرمائي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.
مون ڏٺو هن جي نيڻن ۾ پيارُ ڇُلڪي رهيو هو.

# جنگ

جنگ
هڪ گهر آهي گهر- ڌڻيءَ کان سواءِ،
هڪ گهر ڌڻي آهي گهر کان سواءِ
جنگ
هڪ وني آهي ور کان سواءِ،
هڪ ور آهيونيءَ کان سواءِ
جنگ
هڪ پٽ آهي پيءُ کان سواءِ
هڪ پيءُ آهي پٽ کان سواءِ.
جنگ
هڪ جسم آهي ڄنگهہ کان سواءِ
هڪ ڄنگهہ آهي جسم کان سواءِ
جنگ
هڪ چارو آهي ڍور کان سواءِ.
هڪ ڍور آهي چاري کان سواءِ.
جنگ بارود جو دونهون آهي،
مرض آهي. ڏک آهي.
اسان جنگ کان نفرت ڪنداسون،
اسان جنگ ٿيڻ نہ ڏينداسون.
يوگو سلاوين شاعر

## واسڪو پوپا (VASKO POPE)

### نظم

رستي وارين ٽارين رستا نا هل ڪن ٿا.
شام اسانکي ٻانهن هيٺان هڪ اهري وات ڏانهن وٺي پئي وڃي،
جن تي قدمن جو نشان به ڪو نہ رهي ٿو.
بند درين اڳيان مينهن منهن پر ڪري ٿو.
چؤ واٽن تي ڏينهن جا نشان آهن.
اسان جي قسمت رتوڇاڻ آهي.
جيڪڏهن مان مٽي کي جهٽڪو ڏيان تہ
سج پنهنجي ٽاريءَ تان ڪري پوندو.
تون پنهنجي مرڪ منهنجي هٿ تريءَ ۾
دفن ڪري ڇڏي آهي.
مان ان کي زنده ڪيئن ڪريان؟
منهنجو ڀاڄو ڳورو پيو ٿيندو وڃي
ڪوئي ان جي پرن کي ٻڌي پيو.
منهنجي پياري!
تون پنهنجيون اکيون کول
۽ ڪجھ چوڻ بنا مونکي لڪاءِ
رات مهنجي ڳولا ۾ آهي.
رستي جي آخري چيڙي رڻ هڪ وڻ
سگريٽ دکائي ٿو.
تنهنجي نيڻن کان سواءِ منهنجي اندي گهر مان آسمان ڏسڻ ۾ نہ

ايندو.
تنهنجي مرڪ کان سواءِ منهنجي اکين آڏو
اپيون ٽي ويل پٽيون-
ڪڏهن به نه ڪرنديون
تنهنجي بل بل کان سواءِ بي مشڪ جون ٽاريون
منهنجهي چانئٺ کو نه ٽپنديون.
تنهنجي هٿن کان سواءِ سج منهنجي خواب ۾
رات نه گذاريندو.
تنهنجي ڏيان جون گهنٽيون ڪڏهن به ختم ڪونه ٿينديون .
تنهنجي اکين جا ابابيل ڪڏهن به اوڀر پاسي نه ٿا اڏرن.
تنهنجي چاتيءَ ۾ قتل وڻ جا پن نه ٿا ڇڻن.
تنهنجي ڳالهين جي آسمان ۾ سج ڪڏهن نه ٿو لهي.
منهنجو ڏينهن
ٻن حصن ۾ ڪٽيل هڪ سائو صوف آهي.
مان توکي ڏسان ٿو. تون مونکي ڏسي نه ٿي سگهين.
هڪ انڌو سج اسان جي وچ ۾ بيٺل آهي.
ڏاکن تي اسان جا
ڀاڪر ڪريل آهن.
تون مونکي سڏين پئي آهه تنهنجو آواز ٻڌي نه ٿو سگهان
هڪ ٻوڙي هوا اسان جي وچ ۾ بيٺي آهي.
شوڪيس ۾ رکيل شين وچ ۾
منهنجا چپ،
تنهنجي مرڪ کي پيا ڳولن.
ٻه واٽي تي اسانجي چمي گم آهي.
مان پنهنجو هٿ تنهنجي هٿ ۾ ڏيان ٿو
تون ان کي [illegible] نه ٿي ڪري سگهين.
هڪ خذ[illegible]ڪي سوکهو ڪيو آهي.

بازار ۾ تنهنجو لڙڪُ
منهنجي اکين کي ڳوليندو آهي.
منهنجو مٿل ڏينهن تنهنجي شام ويلي
ڏينهن ۾ ملي ويندو آهي.
رڳو سپني ۾ ئي
اسا هڪ ئي ديس ۾ گهمندا آهيون.

## اک جي راند

ڪجهه راتيون آهن، باقي ستارا آهن
هر رات پنهنجو تارو ساڙي ڇڏي ٿي،
۽ ان جي چوڌس ڪارو ناچ نچي ٿي.
ايستائين .جو تارو وسامجي وڃي ٿو.
پوءِ راتيون پنهنجو پاڻ کي ونڊن ٿيون
ڪجهه تارئي وڃن ٿيون
باقي راتيون رهجي وڃن ٿيون.
پوءِ هر رات پنهنجو تارو ساڙي ڇڏي ٿي
۽ ان جي چوڌس ڪارو ناچ نچي ٿي.
ايستائين جو تارو وسامجي وڃي ٿو.
آخري رات، تارو ٻه ٻڻجي ٿي ۽ رات ٻه
اها پنهنجو پاڻ جلائي ٿي
هوءِ ڪارو ناچ پنهنجي چوڌس شروع ڪري ٿي.

## سوڀ پبليڪيشن جا ايندڙ ڪتاب

**نئين ٿهيءَ جي پياري شاعر.**

**ادل سومرو**

جي ڪوتائن جو گلدستو.
جنهن ۾ سندس نکور ڪوتائون. اثرائتي انداز ۾ ڏنل آهن.

**عڪس**

(نج ادبي سلسلو)
جنهن ۾ سنڌيءَ جي سجاڳ ليکڪن سان. گڏ دنيا جي
بهترين اديبن ۽ شاعرن جي تخليقن جا ترجما پڙهڻ ڏنا ويندا

**سهيڙيندڙ:** اسد عباسي حبيب ساجد

**پتو:**
**مئنيجر سوڀ پبليڪيشن**
**پوسٽ باڪس نمبر** 102
**دادو.**

